# کوجهيءَ جو ڪلام

مرتب

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو
بي. اي (آنرس)، ايم. اي (فرسٽ ڪلاس فرسٽ)
پي - ايچ - ڊي (سنڌ).



سچل چيئر-شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ.

# ڪوجهيءَ جو ڪلام


چاپو پهريون فيبروري 1995ع

ڳاڻيٽو : 1000

ڇپائيندڙ: سچل چيئر - شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ.

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ : فيض. ايم. خشڪ

ڇپيندڙ : انڊس ڊيلٽا ڪميونيڪيشن، ڪراچي سنڌ.

فون : 5682384





قيمت : 100 روپيا

# Kojhi-a- Jo - Kalam


First Edition : February 1995

Copies : One Thousand

Publisher : Sachal Chair-Shah Abdul Latif University,
Khairpur, Sindh.

Printer : Indus Delta Communication, Karachi.
(Ph: (021) 5682384)

Computer Composing : Faiz.M. Khushik


Price : Rs. 100/= per copy

# پيش لفظ

لا نفيءَ جو ڪلمو مون کي مرشد پاڻ پڙهايو.
نابوديءَ جي نشي اندر سارو سير ڪرايو.
هٿيو ڏيئي همت وارو سارو بار ڪٽايو.
صدقي سچل سنگر تان جنهن جانب جوش جڳايو.

شاهه درازي خانقاهه ڪيترائي صوفي شاعر، محقق ۽ عالم پيدا ڪيا آهن ۽ اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي. هن درگاهه جي ڇهين سجاده نشين سخي قبول محمد دوئم جي مڪيه فيض يافتن ۽ صوفي شاعرن منجهان مرحوم محمد بخش شيخ (1891-1959 ) پڻ هڪ محنتي ۽ ذهين ترين طالب هيو. ظاهري ضلعي ڪليڪٽر طور هڪ ايماندار ۽ بهترين منتظر اعليٰ جي حيثيت ۾ رهيو. سندس باطني زندگيءَ جو جائزو وٺبو ته بروز پوندي ته سندس روحاني استاد سخي قبول محمد دوئم جي نظر ڪيميا ڪيس مرد ڪامل بنائي ڇڏيو. طالبي اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي رهبر ۾ يقين ڪامل رکي سندس زير نگرانيءَ ۾ هن ڏاڍيون رياضتون ۽ مجاهدا ڪيا. سندس مرشد هن جي نياز ۽ نماڻائي کي ڏسي پيار وچان "ڪوجهي" فقير چوندا هئا.

اچي در پئي هان پنهل جي پناري.
ڇڏيندس نه سيئي لڱس جن جي لاري.

سندس محنتن رنگ لاتو ۽ پنهنجي رهبر جي چوٽي ته:"ابا تو کي

اسان ظاهر باطن جو حاڪم ڪنداسون.“ هر لحاظ کان پوري ٿي ۽ دنيا داري لحاظ کان اعليٰ منصب تي فائز رهيو.

سندس سماجي خدمتن جو داستان نهايت طويل آهي. سنڌ ۾ قائم ڪيل سچل سرمست ڪاليج سندس علم دوستيءَ جو پڌرو مثال آهن. ان کان سواءِ ڪوجهي فقير هندو مسلم ايڪتا جو عملي روپ هيو.

جيئن تہ سچل چيئر جي ہي معنيٰ آهي سچل جو مطالعو. ان ڪري ان ڳالهہ جي ضرورت محسوس ڪئي وئي تہ نہ رڳو سچل جي ڪلام ۽ پيغام تي تحقيق ڪئي وڃي پر درگاه درازا سان لاڳاپيل ٻين صوفي شاعرن جو ڪلام پڻ اشاعت هيٺ آندو وڃي. ان سلسلي ۾ مون جڏهن ڊسمبر 1994ع جي آخري هفتي ۾ سچل چيئر جي ڊائريڪٽر جي ذميواري سنڀالي تہ سڀ کان پهريان سچل جي رسالي تي ٿيندڙ تحقيق جي رفتار جو جائزو ورتو ۽ محسوس ڪيم تہ هي ڪم وڏيڪ وقت وٺندو. ان ڪري منهنجي نظر مرحوم عبدالڪريم سنديلي جي مرتب ڪيل ”ڪوجهي جو ڪلام“ تي پئي ۽ مون علم دوست وائيس چانسلر پروفيسر عبدالحميد ميمڻ سان ان جو اظهار ڪيو جنهن نهايت فراخدليءَ سان نہ رڳو ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ دلچسپي ورتي بلڪ سڄي سلسلي کي پايہ تڪميل تي پهچائڻ جي ذميواري ڪئي.

ان نتيجي ۾ هي پيار جو پورهيو سڄڻن جي سامهون آهي اميد تہ قبول پوندو.

سخي قبول محمد،
ڊائريڪٽر سچل چيئر،
شاه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ.

# سردار بهادر محمد بخش 'ڪوجهي'

هن جا وڏا، اصل ڀاڳ ناڙي (بلوچستان) جا ويٺل هئا، جن مان سندس ڏاڏو شيخ قادر بخش، سنڌ ۾ منصف جي عهدي تي مقرر ٿيو. انهي ڪري اصلوڪي آستاني کي هميشہ لاءِ خيرباد چئي، اچي شڪارپور ۾ سڪونت پذير ٿيا. سندس والد شيخ الاهي بخش بہ سنڌ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هو. هو درگاهہ راڻيپور حضرت پير صالح شاهہ جيلانيءَ جو مريد هو.

مياں نبي بخش شيخ ٻڌايو : (1)

هڪ ڀيري ڪو ڪاپڙي فقير سندن دولت خاني تي خيرات گهرڻ آيو. خيرات ڏيڻ لاءِ محمد بخش نڪري آيو، جنهن کي ڏسي سندس والد کي چيائين تہ: "اوهان کي مبارڪ هجي، جو هي ننڍڙو اوهانجي ڪُلَ جو نالو روشن ڪندو."

محمد بخش پڙهندي ايڏو تہ ذڪيءَ ذهين ثابت ٿيو، جو سنڌي ۽ انگريزي اسڪول جا هيڊ ماستر توڙي ڪلاس ٽيچر ائين چوندا هئا تہ: "محمد بخش وڏو اوج ماڻيندو ۽ انسان ذات جي خدمت ڪندو." پنجين

---

(1) ميان نبي بخش شيخ سندس عزيز نہ آهي، پر وٽن ٣٥ سال رهيو، تنهنڪري وٽائنس حقيقت ڀريو احوال مليو. ڀچاڙي ۾ ڪريم بخش شيخ جو ڊرائيور بہ هو. ميان نبي بخش هينئر پ وي اسڪول لاڙڪاڻي جي نزديڪ رهي ٿو. سندس عمر ستر سالن جي قريب آهي.



انگريزيءَ مان ڊبل پروموشن ڪنيائين. مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد سندس وا
ميان الاهي بخش ڪيس بي اي پڙهڻ لاءِ بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾
داخل ڪرايو جتان 1912 ع ۾ بي اي پاس ڪري، وري پهريون ڀال "لا"
۾ داخلا ورتائين. پهرين سال پاس ڪرڻ بعد ٻيو سال پڙهي نہ سگهيو.
جو پدري شفقت جو سايو مٿانئس لهي ويو. هينئر تہ سڄي ڪٽنب جو
بار مٿس ڪڙڪي پيو : سندس ٻہ ڀائر ڪريم بخش ۽ رحيم بخش،
جهوناڳڙهہ ڪاليج ۾ بي اي جو پهريون سال پڙهي رهيا هئا، ۽ ٻيا ٻہ ڀائر
عبدالرحمان ۽ عبدالغفور شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ داخل هئا. جيتوڻيڪ
سندس والد بزرگوار ڊپٽي ڪليڪٽر هو، پر سرڪاري نوڪري ايمانداريءَ
سان ڪرڻ ڪري، پائي بچائي نہ سگهيو، جنهن ڪري محمد بخش کي
اهو فڪر دامنگير رهيو تہ ڪهڙي نموني رهڻ سهڻ جو ساڳيو معيار بہ
برقرار رهي ۽ ڀائرن جي تعليم بہ جاري رهي. انهي ڪري نوڪري جي
تلاش ۾ رهيو، پر اڃا سندس اميد جو تير مقصد جي هدف کي لڳي نہ
سگهيو، تنهنڪري حيران، پريشان ۽ سرگردان رهيو. ويٺو هوندو هو يا
ڪنهن سان ڳالهائيندو هو تہ بہ دل ۾ خيال اهو هوندو هوس تہ رب ڪا
ستاري ڪري ! نيٺ ويٺي ويٺي سندس خيال، والد جي مرشد پير صالح
شاهہ جيلاني ڏانهن ويو ۽ هڪدم اوڏانهن وڃڻ لاءِ اسهيو. گنبٽ اسٽيشن
کان لهي، راڻيپور جو دڳ ورتائين، پر واٽ تي اهڙو طوفان لڳو جو دڳ
مٽجي ويو ۽ سڌو درازن ۾ اچي پهتو. الحاج زوار قاضي علي اڪبر درازي
لکي ٿو :(1)

پياس لڳڻ سبب محمد بخش کوهہ جي طرف وڌيو. سندس
حيرت جي حد نہ رهي، جو هن ڏٺو تہ اتي حضرت سخي قبول
محمد شهنشاهہ عشق، سجاده نشين درگاهہ شاه درازا شريف،

---

(۱) قاضي علي اڪبر درازي سوانح حيات سردار بهادر محمد بخش شيخ عرف
ڪوجهي فقير صفحو ۵ ۽ ٦

تشريف فرما ٿيل هئا، جنهن هن کي ڏسڻ شرط فرمايو تہ:
"ابا"، اسان تنهنجي اچڻ جي انتظار ۾ ويٺا آهيون. چڱو ٿيو، تون آئين."

وڏيڪ لکي ٿو:

"هن کي ڪڇهري واري بنگلي ڏانهن وٺي، هلڻ لڳا، جنهن تي محمد بخش چيو تہ "قبلہ مونکي سائين صالح شاھ ڏانهن وٺو آهي." جنهن تي هن مرد صاحب فيض و سخا فرمايو تہ: "ابا، توکي ياد آهي تہ تنهنجي والد وفات کان اڳ، تنهنجي ٻانهن وٺي، مٿي آسمان طرف ڪئي هئي. هن تنهنجي ٻانهن ان وقت اسان جي سپرد ڪئي هئي ۽ اسان خوشيءَ سان تنهنجو بازو ورتو آهي. ائين فرمائيندا هن کي ڪڇهري واري بنگلي ۾ وٺي ويا ۽ اتي هن کي پنهنجو طالب ڪيائون."

جون تا تہ جڏهن سخي قبول محمد جي نظر، فيض اثر، مٿس پيئي تڏهن هن کان سڀ ڪجھہ وسري ويو ۽ عقيدت مند مريدن جي لڙه ۾ لڳي ويو. هينئر پاڻ کي مرشد جو غلام و تراب الاقدام سمجهڻ لڳو. مرشد بہ سندس نهٺائي، نمرتائي، عجز ۽ انڪساري ڏسي، مٿس ڪوجهي فقير جو لقب ڏريو، جنهن ڪري محمد بخش پاڻ کي ازحد خوش نصيب سمجهڻ لڳو. پوءِ تہ مرشد ۽ مرشد اچي رهيس روح ۾!

مرشد آڏو ڪيئن زانوئي ادب ڪوڙي وهندو هو ۽ ان وقت مٿس ڪهڙي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي، تنهن لاءِ صوفي ڏٽي بخش سهاڳ، پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکي ٿو:(1)

1921ع ۾ هڪ دفعي سائين سچل سرمست جي عرس شريف تي، سنگت سان گڏجي، درازا تعلقي گنبٽ ڏانهن وڃڻ ٿيو.

---

(1). حمايت مخزن - 59-1960ع . جلد پهريون -اپريل 1960ع.

سبحان الله! اهي گهڙيون وسري نہ سگهنديون آهن. هڪ 8 ـ 9 ورهين جو فرشتہ صفت انسان، نوراني شڪل وارو سائين سخي قبول محمد مرحوم پهرين دفعي ڏٺوسين...... طالب پنهنجي مرشد ۽ مطلوب ۾ گم ٿي نظر آيا....... ان وقت متشبہ ويڪري منهن ۽ قداور قد سان، ترڪي ٽوپي. وڏي چولي ۽ اڇي پاجامي سان هيٺ ويٺل نظر آيو. هن طالب جي انوکي نموني ۽ صدق سان مرشد اڳيان استغراق ۾ ويهڻ سان، ائين سمجهيو ويو تہ سندس ۽ سندس پير مغان سخي بادشاهہ جي وچ ۾ ڪا خاص جذباتي ۽ ڳوڙهو راز سمايل آهي. طالب محمد بخش جون اکيون بند هيون. ڳوڙها ڳلن تي هاريل هئا."

ڪوجهي تي مرشد جو وڏو راضپو هو، جنهنڪري سندس دعا سان سڀ سٽائي ٿي ويئي. بمبئي وچي پيو سال "لا" جو پاس ڪري آيو. محبوب عالم حافظ لکي ٿو :(1)

"جڏهن محمد بخش "لا" جو پيو سال پاس ڪيو. تڏهن وقت جي پرنسپال (ڪانورٽن) پنهنجي پاڻ جنرل اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ ڪي لکي موڪليو تہ جيئن تہ محمد بخش نهايت قابل ۽ همت وارو نوجوان آهي، تنهن ڪي جيڪڏهن ائين ڇڏي ڏبو تہ ٿي سگهي ٿو تہ عوام جون دليون هٿ ڪري وجهي (۽ اسان لاءِ آزار بڻجي) تنهنڪري سهڻي صلاح اها آهي تہ ڪيس سرڪاري نوڪريءَ ۾ رکيو وڃي.

محمد بخش جيئن ئي گهر پهتو، تيئن ڪيس ڪمشنر جو ليٽر مليو تہ سانس جاءِ رهائش تي ملي هن ڪي 1917ع ۾ نواب شاهہ جو ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ مقرر ڪيائون.

1.Sardor Bahadur Mohammad Bakhsh - The man of destinty. Mehboob alam Hafiz page 3.

اسان متي چئي آيا آهيون تہ سچل سرمست جي درگاهہ جو عقيدتمند مريد هو. تنهنڪري نوڪريءَ ۾ سرڪاري ڪم ڪندي، توڙي ملاقاتين سان ڳالهائيندي، سندس آڏو سخيءَ سائين جو تصور موجود هوندو هو. مطلب تہ هينئر هو فنا في الشيخ ٿي ويو هو.

قاضي علي اڪبر درازي، هڪ دفعي جي ڳالهہ ڪري ٿو : 1

" هڪ دفعي جو ذڪر آهي تہ هڪڙي رات ويٺي ٿي، سخي سلطان جي تعريف ۽ توصيف ڪيائين تہ اوچتو سندس اکين مان بي اختيار نير وهڻ لڳا. سوال پڇڻ تي هن فرمايو تہ جڏهن مرشد جي آمد سيني اندر ٿيندي آهي تہ اها حالت ٿيندي آهي. جڏهن آچر جي رات آئي تہ هن فرمايو تہ سڀاڻي آچر ڏينهن صبح واري گاڏيءَ ۾ درگاهہ شريف تي هلنداسين."

"نوڪريءَ تي چڙهڻ بعد هي پهريون آچر هو. جو درگاهہ شريف تي هليو ٿي. جڏهن درگاهہ شريف وٽ پهتاسون تہ سڌو اچي خليفي صاحب واري ڪوٺيءَ ۾ لٿاسون. ٿوري دير بعد سائين جن ڪچهري واري بنگلي ۾، چونڪيءَ لاءِ گهرايو. درگاهہ شريف جي دستور موجب سڀ طالب ۽ مريد هيٺ گلم تي وهندا آهن. مگر هن دفعي دستور جي خلاف سائين جي اتي هڪ ٽيڪدار منجي رکائي ڇڏي هئي. جڏهن ڪوجهي فقير سائين جن جي قدم بوسي ڪئي تہ ويهڻ لاءِ حڪم فرمايو. انهي حڪم ملڻ تي هي سرويچ طالب اچي روئڻ ۾ ڇتڪيو، جنهن تي سائين جن ڪيس ڀاڪر پائي پرچايو ۽ ڪلي فرمايو: ابا، اسان سمجهو تہ تون هاڻي حاڪم ٿيو آهين. متان گلم تي نہ ويهين، تنهنڪري تولاءِ منجي رکائي هئي سون. مگر نہ تون اسان جو ساڳيو ڪوجهي فقير آهين."

(1) قاضي علي اڪبر درازي - سوانح حيات سردار بهادر محمد بخش شيخ عرف ڪوجهي فقير صفحو 10

دستوري هال احوال وٺڻ بعد، سائين جن ڪيس چونڪي ڏيڻ جو حڪم ڏنو. هن هي ڪلام سندن خدمت عاليه ۾ عرض رکيو.

ٿلهه : اچي در پئي ها، پنهل پناري،
ڇڏيندا نه سيئي، لڳس جن جي لاري.

١. سخيءَ مَرڪ ناهي، ڇڏڻ سام پنهنجي،
اڳي پوءِ اڏيندا، نه وهندا وساري.

٢. لُڏي جي نه هيڙي، ٻڏي ڪين هرگز،
اتم پروسو هي، ڪندا سي ڪناري.

٣. هزارين دلاسا، ڏنا پاڻ دلبر،
سيئي قول پڙندا، ڪيا جي ڪوهياري.

٤. سالن جي سوالڻ، پوي ترس پرَ ڪي.
سڏي شال پر ۾، ولهيءَ کي ويهاري.

٥. اتم عرض ايهو، ٻڌن شال مارون.
ڪٽي نيڻ نوري، نذر ڏي نهاري.

٦. ڪني توڙي 'ڪوجهي'، آهيان مان پرينءَ جي،
ڇڏيندا نه چپرين، ويندا نيڻ تاري.

مٿين ڪافيءَ مان دلي عقيدت جو اظهار ٿئي ٿو ۽ پاڻ کي انوئي ڪوجهي سمجهي ٿو.

ريذيڊنٽ مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾، هن جيڪي ڪم ڪيا، سي

ڪنهن به حالت ۾ نوشيراني عدالت کان گهٽ نه هئا. مظلوم کي انصاف پلئه وجهڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي، پر محمد بخش جنهن نموني مظلومن جو داد ڪيو، تنهن سندس بالا آفيسرن کي نهايت خوش ڪيو. اهوئي سبب آهي ته ڪيس 1918ع ۾ هالا جو ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيائون. چارج وٺڻ کان اڳ مرشد جي قدم بوسي ڪرڻ ويو جتي هي ڪلام چيائين :

تلهه : لک لک مِير مبارڪ، لک لک وير واڌايون.

مِهرون نماڻي نوازيءَ، بيحد تنهنجو پلايون.

١. ظاهر منجهه زماني، سچ پچ هئي نااميدي.

توئي اميد پڄائي، هئي بات نه ٻي جي.

واهه نعرو وڄايءِ، ڏيندا ڪيئي گواهيون.

٢. قول ڪوهيارا پاڙيءِ، واڍي چڪڻ مان چاڙهيءِ،

ظاهر ٻيڙو نڌر جو، اڄ وچ سير مان تاريئه،

وحدت وير منجهون پڻ، ويندين شال لنگهايون.

٣. تنهنجي انت جي پيارا، ڪنهن کي ڪل نه ڪائي،

تنهنجو نمونو نرالو، تنهنجي واٽ نياري،

اڪي جت ٻيهن ٻيا، وڃين تت گهوڙو ٽپايون.

۴. لائق هئي نه ڪميني، پاڻئون پال پلايئه،

ننگڙو پنهنجو ڪو پالي، ويران ويڙهو وسايءِ،

لاتئي ڏاڏي بهاري، گيت شڪر جا ڳايون.

۵. قرب ڪروڙين ڪاريءَ، هيءَ بہ عرض اگهايئہ،

جيئن تو هيڏو نوازيو، تيئن شل توڙ رسائين،

هردم گود ۾ شاها، وت تون ڪوجهي لڪايون.

محمد بخش خدا ترس، عبادت گذار ۽ مسڪين محتاجن جو يار هو. جنهنڪري سوالي نہ خالي جي مصداق، سائل جو سوال پورو ڪندو هو. هڙون توڙي وڙون، مطلب تہ منجهيل ۽ تڪليف ۾ آيل انسان جي دستي، دهني ۽ پايي مدد ڪري پنهنجي دل کي سڪون ڏيندو هو.

ميان نبي بخش شيخ جي زباني تہ :

”جڏهن رات جو سڀ يائر ڪڏهن ڪڏهن گڏ ٿيندا هئا تہ اُهُ بہ سندن خدمت ۾ خدمت چاڪري لاءِ حاضر هوندو هوس. ڳالهين مثان ڳالهيون نڪرنديون هيون. محمد بخش چوندو هو تہ انسان ذات جي خدمت ڪرڻ ۾ جيڪو مونکي سرور حاصل ٿيندو آهي، تنهن جو بيان ئي بي پايان آهي. هر روز انهيءَ تاڙ ۾ رهندو آهيان تہ ڪنهن بيواهہ ۽ ڏتڙيل انسان جي مدد ڪري، دل کي سڪون ڏيان. پر جنهن ڏينهن ڪو ڪار خير نہ ڪندو آهيان تہ دل تي وڏ بار سمجهندو آهيان.“

هن مان محمد بخش جي خيالات جو پورو پتو پئجي سگهي ٿو تہ سندس حياتي جا ڪهڙا آدرشي اصول هئا. اهي اصول سندس ڪلام مان روز روشن جيان ظاهر آهن.

جيتوڻيڪ ڪن مفاد پرست مسلمانن ۽ متعصب هندن، جي پوءِ سچل جي درگاه جا مريد ٿيا، ڪيس ڪٽي ڏنو ۽ مٿس ثبوت سان الزام هنيائون تہ: مرشد جي حڪم تي ابتا سبتا فيصلا ڪري ٿو ۽ عوام لاءِ آزار

ٻڌجي پيو آهي. پر چاڪاڻ ته سرڪاري ڪم، نهايت ديانتداريءَ سان ڪيل هئا تنهن ڪري گورنمينٽ ڏانهس هر طرح مطمئن هئي. جن گورنمينٽ جي بهتري، برتري، عزت ۽ عظمت برقرار رکڻ لاءِ جيڪو عملي ڪم ڪيو هو سو سمورو سرڪاري رڪارڊ تي موجود هو. انهيءَ ڪري ڪيس گورنمينٽ سان وفاداري ڪري، تڏهوڪي ڪليڪٽر مسٽر ٽامس، "خانصاحب" جو لقب ڏنو.

خانصاحب محمد بخش جيترو وقت ڊپٽي ڪليڪٽر تي رهيو، سندس اهو سمورو عرصو، ڪاميابيءَ سان گذريو. گورنمينٽ جي روزانو ٽپال، اڌ رات تائين ويهي ٻه، روزانو نيڪال ڪندو هو. تنهن ڪانسواءِ ڊپٽي ڪليڪٽر جو عهدو ٻه شايان شان هلايائين.

چند سالن کانپوءِ ڪيس ڪليڪٽر مقرر ڪيائون. جڏهن دادو ۾ هو، تڏهن گرميءَ سبب بيمار ٿي پيو. علاج لاءِ سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو. جڏهن چاق ٿيو، تڏهن سول سرجن گورنمينٽ کي لکيو ته: "هن کي ڪنهن سرد آبهوا واري ضلعي ۾ رکيو وڃي. انهيءَ ڪري ڪيس حيدرآباد ۾ بدلي ڪري رکيائون.

حيدرآباد جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ جيڪي هن جتن ڪيا، سي وسرڻ جا نه آهن. اهو زمانو ٻي عالمگير جنگ جو هو. سرڪاري حڪم موجب هر ضلعي جي ڪليڪٽر کي وارفند لاءِ چندو ڪٺو ڪرڻو هو. مسلمانن توڙي هندن، سندس چوڻ تي دل کولي چندو ڏنو. نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ جي سڀني ضلعن کان حيدرآباد جو چندو گهڻو مٿي آيو. تنهن کانسواءِ سندس ضلعي ۾ ڪوبه اهڙو ناخوشگوار واقعو نه ٿيو جو رڪارڊ تي رهي. انهيءَ ڪري سنڌ جي گورنر سرهگ ڊو، هن جي خداداد لياقتن ۽ صلاحيتن کان ايترو ته متاثر ٿيو جو سندس خدمتن جي عيوض ڪيس "سردار بهادر" جو لقب ڏنو. آخر هي انسان ذات جو سچو خادم ۽ گورنمينٽ جو وفادار ملازم 1946ع ۾ پينشن تي لٿو.

اسان مٿي ڏيکاري آيا آهيون ته محمد بخش جي حياتيءَ جو مول مقصد هو ته دنيا ۾ خلق خدمت کان نه پانيون بندگي بهتر. اهو انهيءَ اعليٰ نظريو هر وقت سندس سامهون رهيو. هينئر ته سرڪاري نوڪريءَ کان به فارغ البال هو، تنهنڪري انسان ذات جي ڀلائي خاطر پاڻ پتوڙيندو رهيو.

ورهاڱي کانپوءِ هندن جي لڏپلاڻ وقت ۽ مهاجرن جي اچڻ وقت، سندس ئي ڪوشش سان حيدرآباد ۾ ڪو به فساد نه ٿيو. البته ايترو ضرور ٿيو، جو بجلي گهر ۾ گهڻي ڀاڱي هندو ڪم ڪندڙ هئا، جي هندستان هليا ويا. انهيءَ ڪري بجليءَ جو باقائدي ڪم هلي نه سگهيو، جنهن ڪري سردار بهادر محمد بخش کي، بجلي جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو، جنهن بجلي جي ساري سامان جو دقيق نظر سان جائزو وٺي، گهربل سامان جي گهرائڻ جو بندوبست ڪيو. نيون مشينون آيون، ڪن مشينن جي مرمت ٿي ته ڪن کي ٿوري ئي قير قار سان ڪم ڪرڻ جوڳو ڪيو ويو. مطلب ته ٿوري عرصي ۾ سڄو حيدرآباد اڳ کان به وڌيڪ روشن ٿي ويو. وڏي ڳالهه ته نئون پاور هائوس به سندس ئي ڏينهن ۾ تيار ٿيو. تنهن کانپوءِ سرڪار پنهنجي تحويل ۾ ورتو.

هڪ دفعي غلام مجدد سرهندي، سيد علي اڪبر شاهه ۽ ڪي ٻيا وڪيل، سردار بهادر وٽ آيا. ڪيس ٻڌايائون ته: "حيدرآباد ۾ ڪانوينٽ اسڪول آهي، جتي تعليم سان گڏ مسلمان ٻارن کي ٻڻ عيسائي عقيدي جي تعليم ڏني وڃي ٿي، جنهن ڪري ڪو تدارڪ ڪرڻ کپي، ورنه مسلمانن جا ٻارڙا وڏي هوندي، مسلماني عقيدي کان ڦري ويندا. تنهن ڪانسواءِ ڪوڪرا پار ۽ ٻين طرفن کان به ٻارڙا گهرائيندا رهن ٿا، جن کي عيسائيت جي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد ڪين عيسائي بڻائي، لاهور، ڪوئيٽا ۽ ٻين شهرن جي مشينري ادارن ڏانهن موڪليا وڃن ٿا. مسلمانن سان به آخر اهوئي حشر ٿيندو. جيئن ته اوهان حيدرآباد جا ڪليڪٽر ٿي رهيا آهيو، تنهن ڪري مناسب ٿيندو ته اوهان پنهنجي راءِ کان ڪين واقف ڪيو."

وفد جي مرضي رکي سردار ٻهادر هيڊ ماسترياڻيءَ سان ملڻ ويو. مگر وڏائنس اهڙو تہ نااميدي ڀريو جواب مليو، جو ڳويا هن جي غيرت کي للڪار هئي. وفد کي واقف ڪيائين. پوءِ سيني عزم مصمم ڪيو تہ ٻارڙن لاءِ پنهنجو ڪو اهڙو ادارو کولجي. انهي ڪري مسلمانن جي ٻارن لاءِ، 1953ع ۾ "انجمن حمايت اسلام" جو بنياد رکيائون ۽ ڪيس ئي انجمن جو پريزيڊنٽ مقرر ڪيائون. ڀهريائين سي ڪلاس شروع ٿيا. تنهن کانپوءِ ڇوڪرين جو اسڪول ۽ ڇوڪرن جو اسڪول. 1956ع ۾ سچل آرٽس ڪاليج قائم ٿيو. 1959ع ۾ وري سچل ڪامرس ڪاليج پڻ شروع ٿيو. باقي سچل سرمست سائنس ڪاليج شروع ڪري نہ سگهيو جو موت کيس وڌيڪ مهلت نہ ڏني. سندس وفات جمعي رات، ربيع الاول مطابق 24 سيپٽمبر 1959ع تي ٿي.

ڇوڪرين لاءِ اداري طرفان جدا ڪاليج کوليو ويو، جو سندس نالي پٺيان "سردار بهادر گرلس ڪاليج" ڪوٺجي ٿو.

1918ع ۾ سنڌ ۾ پهريون ڀيرو ڪوآپريٽو تحريڪ شروع ٿي. جنهن جو پهريون اسسٽنٽ رجسٽرار خانبهادر عظيم خان مقرر ٿيو. انهن ڏينهن ۾ محمد بخش هالن جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو،جنهن هن ڪم ۾ گهري دلچسپي ورتي ۽ پنهنجي هالا سب ڊويزن ۾ ڪيترئي ئي اهڙيون ڪوآپريٽو سوسائٽيون قائم ڪيون، جن مان ڪاروبار ڪندڙ ماڻهن توڙي ننڍن زميندارن وڏو فائدو ورتو آهي، ورنہ هندن جي ڳري وياج سبب مسلمان تباهہ ٿي وڃن ها.

الحاج زوار قاضي علي اڪبر درازي، محمد بخش جي زرين خدمتن جو اعتراف ڪندي لکي ٿو : (1)

"سال 1945ع ۾ جڏهن هو حيدرآباد جو ڪليڪٽر هو، تڏهن هن ڊسٽرڪٽ پرچيز سيل ڪوآپريٽو سوسائٽي برپا ڪئي ۽ ان جو هيڊ ڪوارٽر حيدرآباد ۾ رکيو. ساڳي طرح هر هڪ

تعلقي ۾ جدا جدا پرچيز سيل سوسائٽيون کوليون ويو ۽ راشننگ جو سمورو ڪم، انهن سوسائٽين جي معرفت هلائڻ لڳو. ساري سنڌ ۾ راشن جي ڪم لاءِ راشن شاپ ڊار ڊار قائم ڪيا ويا هئا ۽ فقط هي ئي هڪ ضلعو هو، جنهن ۾ سوسائٽين جو سرشتو قائم ڪيو ويو...... انهيءَ اعليٰ پيماني تي قائم ڪيل سوسائٽين جي ڪاروبار کي ايمانداريءَ ۽ قابليت سان هلائڻ لاءِ، جنرل مئنيجر جي ضرورت محسوس ٿي، جنهن ڪري سردار بهادر ڪوآپريٽو سوسائٽيز جي ڪاتي کان مسٽر ايم ڊي لالا جي خدمت حاصل ڪئي. لالا صاحب انهن سوسائٽين ذريعي راشن جو ڪم سٺي ۽ خاطر خواه نموني ۾ هلايو."

سردار بهادر محمد بخش صوفي منش هو، تنهنڪري پنهنجي ساري ڪلام ڪابہ اهڙي ڳالهہ نہ ڪئي اٿس جا ڪنهن جي دل آزاري ڪري. جتي حيدر ڪرار جي تعريف ڪري ٿو، اتي غوث اعظم پيران پير جي بہ ڪري ٿو. ايئن نہ، تہ هڪ جي وڏيڪ تہ ٻئي جي گهٽ ! حضرت علي سائين جي شان ۾ چوي ٿو :

ٿلهہ : اچي پهچ ننگپال علي، سهڻا لڄ ڏٺي لڄپال علي.

١. شان اوهان جو لحمڪ لحمي، جسمڪ جسمي دمڪ دمي،

توتي رسولي حال علي، سهڻا لڄ.....

٢. شير خدا جو تون ئي حيدر، شير نبي تون فاتح خيبر،

ڪفر ڪيئہ پائمال علي، سهڻا لڄ.....

حضرت محبوب محي الدين جيلانيءَ لاءِ چوي ٿو :

ٽلھہ : شھنشاھہ جيلاني، اڇي ٿي تون ساٿي،

محي الدين ميران، ھيءَ ڪوجھي نماٿي.

١. پرين، در پسايو، نِذر سر نوايو،

ھاٿي مون سڃاتو، اڳي ھيس اياٿي.

٢. تون مرشد سخيءَ جو، ڏاڏا پير منھنجو،

ھاٿي ڪر تون پنھنجو، آھيان در وڪاٿي.

صوفين جو پھريون اصول آھي خودشناسي يا پاڻ سڃاڻڻ. من عَرف نَفسه فقد عَرف ربَه. انھيءَ راھہ تي رمڻ لاءِ ڪافي ڪشٽ ڪاٽڻا ٿا پون. ڇاڪاڻ تہ نفس کي نيست ۽ نابود ڪرڻ ڪا سولي ڳالھہ نہ آھي، سنسار جي من موھيندڙ سامان کان منھن موڙڻو آھي ۽ شڪ شبھو دور ڪرڻو آھي.

شڪ جيھا ڪوئي آزار نھين.

سچل بہ ائين چوي ٿو :

شڪ شبھا سڀئي لاٿم، پاڻ سڃاڻڻ سان يقين.

ڪوجھي فقير بہ سڀ شڪ شبھا دور ڪري راھہ راست تي ھليو آھي ۽ پاڻ سڃاڻڻ تي زور ڏنو آھي:

ٽلھہ : اپٹان آپ پڇان، الله عبد سڏايا ھي،

عشقون رنگ رچايا ھي.

. ڪعبا ڪاشي مسجد مندر، سڀ نون ڦولو اپني اندر

پٽئن وچ رام رحمان، ڪُل وچ آپ سمايا ھي.

بئيءَ ڪلام ۾ شاهه ڀٽائي وارو خيال - روزا نمازون اي پڻ چڱو ڪم اُوکو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرين ڪي - ڏيکاري ٿو :

ٿلهه : قاضي ادا تڪرار ڇڏ، مونکي دين سان ڪم ڪار ناهه.

مان عشق ۾ آهيان بندو، مذهب مونکي درڪار ناهه.

١. مسجد مندر ڪعبو مڙهيون، آهن اهي پڻ سڀ چڱيون،

سڀيئي مگر توکي پڇيون، ظاهر بنان تو ڪاز ناهه.

صوفي سڳورا، سيني مذهبن جي مهاپرشن، رشين، منين ۽ بزرگن لاءِ احترام رکن ٿا. اسان جو ڪوجهي فقير بہ انهيءَ اصول جو قائل آهي.

(الف) ٿلهه :گـُر گرڌاري، ڪرشن موراري،

تونهين تونهين آن، مُنهنجو تونهين تون آن.

گوبند تون ئي، گوتم تون ئي،

رام گوپال، منهنجو، تونهين......

(ب) ٿلهه : گوڪل ٿيڏڙي گوليان، مينون نہ ڇوڙين سانولا.

ڪرشن پياري، آءِ اُتاري، لک لک ڏيوئين لوليان

مينون نہ ڇوڙين.......

ڪوجهي فقير ڪن همعصر ٽولي ڀائن کي ٻه پنهنجي ڪلام ۾ ياد ڪيو آهي، جن مان احمد علي فقير (1) جي ساٿس پڪي ۽ پختي پريت هئي. جڏهن احمد علي فقير وفات ڪئي، تڏهن هي ڪلام چيائين

ٿلهه : ڇاڪون جلد ڇڏي وئين يار مٺا.
اڌا احمد علي دلدار مٺا.

١ - ويل نه هئي هي دوست وڃڻ جي، هتڙي ضرورت تنهنجي رهڻ جي.
ڇاڪئون ٿئين بيزار مٺا، اڌا حمد علي....

٢ - ڪنهن ڪون سڪئين هي بي پرواهيون، ڪين ٻڌء سڀ آزيون آهون،
روئيندا ڇڏيء يار مٺا، اڌا احمد علي...

٣ - هيءَ نه جڳائي توکي جدائي، دوست ڇڏينڻ سڀ ٽولي ڀائي.
ٽولي سندا سينگار مٺا، اڌا احمد علي...

۴ - چاهي رڳي تو پنهنجي چڱائي، ڳاڻ نه ڪيئہ ڪنهن ٻي جي جائي.
خود غرض ٻٽي، ٿئين ڌار مٺا، اڌا احمد علي..

۵ - قول ڪيئہ جي، هڪ ٻه نه پاڙيئہ، محبت جو ڪيئن نڱڙو وساريئہ.
هي نه عشاقي ڪار مٺا، اڌا احمد علي....

٦ - ڊوڙي اچي ميان، سک سمهين پئين، پنهنجي پرين جي پاڪ پيرن ۾.
ٻي ٻه لڌء ڪا سار مٺا، اڌا احمد علي....

٧ - ڏينهن سمهڻ جا يار گهٽائي، هاڻي اٿي ميان جاڳ ٻه جائي،
قول پنهنجا اچي پاڙ مٺا، اڌا احمد علي.....

٨ - محبت صدقو دوست پيارا، عرض ڪوجهي جو پيو ڪج يارا.
در سخيء داتار مٺار، اڌا احمد علي.......

---

(١) محترم الهداد صاحب چغتائيء ٻڌايو ته: ”احمد علي فقير سندس چاچو هو“ وڌيڪ ٻڌايائين ته: هو ته سالو ٽرينڊ پرائمري ٽيچر هو. مختلف اسڪولن جي هيڊ ماستري ڪندي، پڇاڙي ۾ پير ڳوٺ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو. جتي ۴٨ سالن جي عمر ۾ ١٩١٧ع ع ۾ وفات ڪيائين.سندس لاش سندس وصيت موجب، سچل سائين جي مقبري ڀاهران دفنايو ويو. احمد علي فقير شاعر هو، جنهن مرشد جي شان ۾ ٻه گهڻو شعر چيو آهي.

سندس ڪلام نماڻو آهي. جيڪڏهن ڪنهن به درگاهه جو عقيدتمند مريد، ڪوجهيءَ جو ڪلام پڙهندو ته هن جي روح کي راحت ۽ طبع کي فرحت ايندي. جيڪڏهن عام ماڻهو پڙهندا ته به کين چڱو حظ حاصل ٿيندو.

اسلم منزل

لڳ پاور هائوس لاڙڪاڻه

18-8-1980ع

# ڪافي

١

ٿلهه : آءٌ تہ الله در سوالڻ آهيان،

آزيون شل، اگهن ميان، سانگي ڪين رُسن وي الا.

١- داور در هي دانهڙي، ويندا هوت ورن الا.

٢ - اجا تہ پنيورُ بهارجي، ڪيچي ڪين وڃن الا.

٣ - ٻاجهہ پوي تہ ٻروچ ڪي، ريجهي هوتَ رهن الا.

۴ - محبت ماري آهيان، ڇوري ڪين ڇڏن الا.

۵ - ڪول هجان ڪوهيار سان، ڏوهڻ ڏار نہ ڪن الا.

٦ - ڪوجهي مُئيءَ تان گهور ويئي، جاني شال جيئن الا.



# ڪافي

٢

ٿلهه : اڇي رس پاڪ پيغمبر، ڪرم ڪر ڪو ستاري جو،
ننگي ننگدار ننگ پرور، اٿئي ننگڙو ويچاري جو.

١ ـ شفاعت تون ڪرين جنهنجي، وڃي بخشيو قيامت ۾،
شفيعا ! قول هي توسان، آهي درگاهه باري جو.

٢ ـ ڪمينيءَ جي ڪڇاين جو، نه ڦولج يار ! ڪو ڦورو،
عدل سان پَر نه ڪا پيٽي، فضل ڪرڪو غفاري جو.

٣ ـ دنيا ۽ دين جو سلطان، ٿيندو بيشڪ سوئي انسان،
شرف جنهن ڪي سچڻ حاصل، تنهنجي در جي ٻهاري جو.

٤ ـ قربدارن جي لشڪر ۾، سدا سالار سو هوندو،
جيڪو بردار يا سرور، تنهنجي پيزار پياريءَ جو.

٥ ـ حقيقي عشق جا ساقي، اڄايل هان مان سالن جو،
عطا ڪر ڪو سچڻ پيالو، پنهنجي تون پريت نياريءَ جو.

٦ ـ ولايت عشق جا والي، سوالي ڪين ڇڏ خالي،
اگهائج عرض تون شاها، پنهنجي در جي بيڪاري جو.

٧ ـ کهٽا ڏينهڙا گذاريا مون، خدا ڄاڻي خزائي ۾،
کُلي اڄ واءُ گلشن جي، سچا سيد بهاري جي.

٨ ـ حجت ڪانهي ڪوجهيءَ جي، حبيب ڪبريا توسان،
آهيان ٻانهو تنهنجو ٻهڳڻ، ۽ تنهنجي آل ساري جو.



# ڪافي

٣

ٿلهہ : اچي پهچ نبي سرڪار سچا،
ٻُڌو ٻانهيءَ جي ٻاڪار مٺا.

١. ڏوهہ ڏنگايون ڏاج اسان جو، شفقت شاها شان اوهان جو،
بخش ڪٽي پلڪار پلا.

٢. بشر ويچارو پتلو جو، پل پل پينو تنهن جي عطا جو،
مون کون خطا نت توکون عطا.

٣. فرض امت جو آزي نيازي، شان سيد جو ڪرم نوازي،
ور ور صاحب جود سخا.

٤. مرڪ مولا جو ڪرم ستاري، پاڄڻ در تي پرت پيناري،
سوالڻ جو سڻ سوال شها.

٥. تو بن والي، واهہ نہ ڪائي، توريءَ رانجها، راهہ نہ ڪائي،
رس اچي تون راهہ خدا.

٦. پل پل پاڄڻ پيئي پڪاري، نيڻ ڪنيو تي تو ڏي نهاري،
راهہ پُليءَ رس نور خدا.

٧. تون تان سهڻل عشق جو والي، 'کوجهي' تو در عشق جو سوالي،
مرسل، مسيح تون، آزي ايها.



# ڪافي

۴

ٿلهه : اچي نور خدا رس، مولا محمد مصطفيٰ،
مصطفيٰ - مصطفيٰ - مصطفيٰ -

۱ - تون ئي لولاڪ جو داتا ڏٺي، تو لئي ساري خدائي آ بڻي،
اچي خير الوريٰ رس، موليٰ محمد......

۲ - تون ئي شاها آخر زمان، سچو سرتاج ڪل پيغمبران،
اچي مرسل مٺا رس، موليٰ محمد......

۳ - آهي نور نبي، نور خدا، اهي لفظ جدا، معنيٰ هڪا،
اچي شاهن شِهَا رس، موليٰ محمد......

۴ - توبن اونده زمين و آسمان، توسان روشن سچو ڪون و مڪان،
اچي شمس ضحيٰ رس، موليٰ محمد...

۵ - تنهنجي محتاج موجودات آ، تو بن هر جا انڌاري رات آ،
اچي بدردُ جا رس، موليٰ محمد......

۶ - سهڻا هادي حقيقي راهه جا، توبن ڪانهي ڪنهن کي واهه ڪا،
اچي نور هُديٰ رس، موليٰ محمد......

۷ - آهي نبهي نوازش ناز تو، سهڻا ڪرم و سخاوت ساز تو،
اچي صاحب سخا رس، موليٰ محمد...

۸ - آهي 'ڪوجهي' سدا دَر جي گدا، ڪريو عشقون عنايت سيد،
سُڻي منهنجي صدا رس، موليٰ محمد...



# ڪافي

## ٥

ٿلهه : اچي پهچ نبي سرتاج ڏٺي،
ڪيو ٻانهيءَ تي اچ ٻاجهه ڪٿي.

١ - تو بن داتا واهه ن ڪائي، توريءَ رانجها راهه نہ ڪائي،
او ور ور وارث سڏڙا سٺي.

٢- تون ٿو نوازين لکين ڪروڙين، جڳ سڄي جا ڪاڄ ٿو جوڙين،
هيءَ پڻ پرتئہ هڪڙي جٽي.

٣ - ملڪ سڄي جا مالڪ مولي، شاهه و گدا سڀ تنهنجا گولا،
هيءَ پڻ رانجهن پيرن پٽي.

٤ - شان تنهين جو شاهنشاهي، جن ڪنئي تنهنجي در جي گدائي،
ٻانهين ۾ شل هيءَ بہ ڪٽي.

٥ - عشق اوهان جو شامل جنهن کي، مقصد سارو حاصل تنهن کي،
هت بہ عطار ڪر عشق ڪٽي.

٦ - ڪلمون پڙهيو جنهن سرور توتي، باهه دوزخ جي حرام تنهن تي،
ويندا ڏوهه گناهه ڇٽي.

٧ - تون ئي شفاعت سندڙو والي، ڪل پيغمبر تو در سوالي،
ڪوجهيءَ ويتر گهرج گهٽي.

٨ - ماندي نہ ٿي تون 'ڪوجهي'نماڻي، مرشد مرسل تو سان ساٿي،
بگڙي تنهنجي يار ٻٽي.



# ڪافي

٦

ٿلهه : اڇي پهچ سچا سرتاج نبي،
ڪيو ڪوجهيءَ جا ڪل ڪاج نبي.

١ - ڪون و مڪان جا باعث تون ئي، سڀ جو والي وارث تون ئي،
ملڪ تنهنجو محتاج نبي.

٢ - اول آخر جو تون مالڪ، عاشق تنهنجو خود آ خالق،
توتي شفاعت تاج نبي.

٣ - عشق اوهان جو جنهن سان ساٿي، تنهن سر دائم تاج نجاتي،
عشق جو ڏي تون تاج نبي.

۴ - انا احمد بلا ميمي، آپ ڪريم و آپ رحيمي،
ماڻين پنهنجو معراج نبي.

٥ - ڪرم سخا جو تون ئي والي، تو در سوالي ڪڏهن نہ خالي،
لاهہ منهجا احتياج نبي.

٦ - مرشد صدقي مل تون مولي، لاهہ اکين تون احمد اولا،
وري ڪر تون هيءَ حاج نبي.

٧ - تون ئي ننڪي ننگدار نيارو، عالم جو آڌار سهارو،
لڄ ڏٽي رک لاڄ نبي.

٨ - آن تان بيشڪ 'ڪوجهي' ڪاري، تنهنجو سهڻل، شان ستاري،
ٻانهيءَ تي ڪر ٻاجهہ نبي.



# ڪافي

۷

ٿلهه : اڇي پهچ سچا محبوب خدا،
سڻون ناٿءِ سخيءَ جي منهنجي صدا.

۱ ـ مرشد صدقو مالڪ موليٰ، ڪاج ڪريو سڀ ساجن سوليٰ،
شاهه نوازيو در جي گدا.

۲ ـ لک لک پيو ٿو لال سنوارين، هيءَ ٻه سوالڻ شل نه وسارين،
اکڙيون سخا ۾ اٿم سدا.

۳ ـ واهه وسيلو تون ئي واهر، راهه ڀُليءَ جو تون ئي رهبر،
پهچ اڇي اڄ نورِ هُدا.

۴ ـ عالم خاطر رحمت جوئي، ڪونه ڇڏيندو هڪڙي سوئي،
شان نبيءَ جو اهو ادا.

۵ ـ 'ڪوجهي' تنهنجو محنت سوايو، عرض تنهنجو ڪُل گهوٽ اگهايو،
مهر وٺي تيا سور جدا.



# ڪافي

## ٨

ٿلهه : اچي پهچ ننگي ننگپال علي،

سهڻا لج ڏٺي، لج پال علي.

١ - شان اوهان جو لحمڪ لحمي

جسمڪ جسمي، دَمڪ دُمي،

توتي رسولي حال علي،

سهڻا لج.....

٢ - تنهنجي ياڳي عشق الاهي،

مُلڪ سڄي جي شاهنشاهي،

جڳ جو تون جڳپال علي،

سهڻا لج.....

٣ - چئن ۾ تون يار پيارو،

پنجن ۾ پڻ نُور نيارو،

لعلن جو تون لعل علي،

سهڻا لج.....

٤ - دلبر، تون دلدار رسولي،

دُولهه، تون داماد رسولي،

تو سان نبي، نت نال علي،

سهڻا لج.....

٥ - شير خدا جو تون ئي حيدر،

شير نبي تون فاتح خيبر،

ڪفر ڪيئہ پائمال علي،

سهڻا لج......

٦ - لک لک پيو ٿو شاھ ! نوازش،

فيض سخا سان ڪارج سازين،

لعل لکي ! لکپال علي،

سھڻا لڄ....

٧ - پير پسايو در اوھان جو،

تون ئي ڏاڏا پيرُ اسان جو،

لُھ تون سار سنڀار علي،

سھڻا لڄ.....

٨ - عشق عطا ڪر، ساجن سائين،

نام خدا شل، آزي اُنائي،

'ڪوجهي' جو سُڻ سوال علي.

سھڻا لڄ......



# ڪافي

## ٩

ٿلهہ : اچي پھچ پرين بغداد ڏٺي،
سهڻا! ڪوجهي پنهنجي جا سڏڙا سٺي.

١ - مرشد تو وٽ آٿي رسايو،
پاڇن پنهنجو سرڙو نوايو،
پاڪر ۾ ڪر شاهہ! ڪٺي،
اچي پھچ ......

٢ - اصل بہ تنهنجي، هاڻي بہ تنهنجي،
گود ۾ ڪر تون گولڻ پنهنجي،
ٻانهين ۾ شل، هيءَ بہ ڳٺي،
اچي پھچ .....

٣ - عاصي بشر سدا گهرڙو خطا جو،
تنهنجو ڪُليل نت درڙو عطا جو،
هت بہ عطا ڪر، ٻاجهہ ڪٺي،
اچي پھچ ......

٤ - لکن جا پل پل ڪاج پيو جوڙين،
لک بہ ڇا هن پدم ڪروڙين،
هيءَ بہ سنواريو هڪڙي چٺي،
اچي پھچ ......

٥- ناهي حجت جي ٻَهڳَڻ ! ٻولي،
گولين جي هان اصل ڪان گولي،
پيرن جي نت آهيان پٽي،
اچي پهچ .....

٦- 'ڪوجهي' هاٿي ڪاڻ تو ڪيهي،
حامي تنهنجا نت هادي ٻئي،
ٻِرهه واري ڪُل بات ٻٽي،
اچي پهچ .....



# ڪافي

## ١٠

ٿلهه : اچي پهچ سخي سرتاج مٺا،
ڪيو ٻانهيءَ تي اڄ ٻاجهه مٺا.

١ ـ ڍڪ دولت ڏي پاند پناهي، پَرتُئي پنهنجي در جو سپاهي،
لڇ ڏٺي رک لاڄ مٺا.

٢ ـ تو بن ڪونهي واهه وسيلو، هادي، منهنجو تون ئي حيلو.
پوري ڪر ڪُل حاج مٺا.

٣ ـ مُوذين مونکي ڏاڍو ستايو، پهچ اچي ڏي پنهنجو سايو،
فتح جو ڏي اڄ تاج مٺا.

۴ ـ تون آن سخي سرتاج سوڀارو، تنهنجو سدا ڀرپور ڀنڊارو.
ڏي تون سخا جو ڏاج مٺا.

۵ ـ تو در آهيان اصل جو سوالي، سهڻا سخي، ڇڏ ڪيم تون خالي،
ٻي جو نہ ڪر محتاج مٺا.

٦. ور ور سهڻا يار سخي تون، پهچ اچي لال، لڪي تون.
'ڪوجهيءَ' جا ڪر ڪاج مٺا.



# ڪافي

## ١١

ٿلهه : اچي پهچ سچا سردار سخي،
ٻڌو ٻانهيءَ جي ٻاڪار سخي.

١ - در تہ سخيءَ جي جيڪو سوالي، ڪين وڃي سو ڪڏهين خالي،
نـاهہ اتـي ناڪار سخي.

٢ - شان اوهان جو شـاهنشاهي، شاهہ و گدا سـب در جا سپاهي،
اعليٰ تنهنجي دربـار سخي.

٣ - لـوڙهـي انـدر جيـڪو آيـو، اڻ پـجو تـنهن فيض پرايو،
هـيءَ پـڻ اڏ سـرڪار سخي.

۴ - عشق الاهي ذاڃ اوهان جو، ڪرم سخاوت تاج اوهـان جو،
پـاڃڻ در پـينار سـخي.

۵ - ملڪ سڃي جا مالڪ سائين، بگڙي سَبَ جي پـيو تـو بنائين،
هـيءَ پڻ ڪيـم وسار سخي

٦ - شـان سـخيءَ جو شـان الاهـي، ذاڃ ستـاري شـفقت شاهي،
مـرڪ ڀلي ڀـلڪـار سخي.

٧ - هـرڪو چاهي چگّيـرا چوڪا، سـام سخيءَ جي ڪريا ڪوتا،
'ڪوجهي' تون درڪار سخي.



# ڪافي

## ١٢

ٿلهه : اچي پهچ ننگي ننگپال سخي،
توتي لاج منهنجي لڄپال سخي.

١ ـ عاصيءَ کون نت ڏوهہ خطائون، توکون سخي نت پال عطائون.
سوالڻ جو سڻ سوال سخي.

٢ ـ دمر دمر توکي دانهون پڪارون، سڄڻ، اچي لَهہَ سارون سنڀارون.
هيٺيءَ جو ڏس حال سخي.

٣ ـ آدلي گدلي يار، تنهنجي هان، تو بن سهٽا، ٻي نہ ڪنهنجي هان.
تون ئي منهنجو رکوال سخي.

۴ ـ هوت هزاري حامي جنهنجو، وار ونگو ٿئي، مور نہ تنهنجو.
موذي ڪيا پئمال سخي.

۵ ـ خوف نہ ڪر تون پاڇڻ ڪنهنجو،، يار سخي آ ضامن تنهنجو،
تو سان وتي نت نال سخي.

٦ ـ ماندي نہ ٿي تون 'ڪوجهي' پياري، لاج سخيءَ ڪنئين تنهنجي ساري.
تنهنجو اگهايو سوال سخي.



# ڪافي

## ١٣

ٿلهه : اچي صاحب سخا رس، داتا درازي دادلا.

دادلا، دادلا، دادلا.

١ - تون تان شاهه سخي آخر زمان، تنهنجو تابع سڄو ڪَون و مڪان.

اچي شهنشاهه رس، داتا.....

٢ - تون ئي والي ولايت عشق جو، تون ئي مالڪ محبت ملڪ جو،

اچي سرور سچا رس، داتا.......

٣ - تــو بن واهه نـڪا، بي واهه ڪي، توريءَ راهه نـڪا گمراهه ڪي،

اچي نورالهديٰ رس، داتا.....

٤ - تون ئي نـائب رسـول الله جو، تون ئي محبوب حضرت شاهه جو،

اچي نور خدا رس، داتا......

٥ - تو وٽ سوالي ڪُلَئي شاهه و گدا، تنهنجي رحمت وسي سڀ تي سدا،

اچي مهرن ڀريا رس، داتا......

٦ - آءٌ تان 'ڪوجهي'، تون تـان صاحبؑ سخا، سدا مون ڪان خطـا، تـوڪـون عطا،

سٺي منهنجي صدا رس، داتا......



# ڪافي

## ١۴

ٿلهه : اڄي پهچ درازي شاهه سخي،
تيو هيڏي سان همراهه نبي.

١ ـ تو بن رانجها رات انڌاري، ملڪ سڄي تي اوندهه ڪاري،
موٽ منور ماهه سخي.

٢ ـ ايڏو رسامون ڪين ڄڳائي، موٽ وطن تي واڳ ورائي،
تو لئہ سڪي ٿو ساهه سخي.

٣ ـ توکي ڏني، تيا ڏينهن گهٽا، ڏينهن بہ سهٽا، سالن جهڙا،
داغ هجر جا لاهه سخي.

۴ ـ هيڏي سندرو تون ئي حيلو، تون ئي ولهيءَ جو واهه وسيلو.
تو بن ڪانهي واهه سخي.

۵ ـ راهه ربي جو تون ئي رهبر، ڪونہ سجهي ڪو دولهہ، ٻيو در،
تو ريءَ ڪانهي راهه سخي.

٦ ـ حرف هزاري مون ۾ جائي، توڏي رانجهن، مهڙ نہ ڪائي،
ڏائي ڏِنگي تون تاهه سخي.

٧ ـ ڪِن ڪچايون مون ۾ ڪوڙين، لڪ لڳايون عيب ڪروڙين،
پاڇڙ تنهنجي پناهه سخي.

٨ ـ لک لک سهٽا، پيو تہ سنوارين، 'ڪوجهي' هڪڙي ڪيئن تو وسارين،
بگڙي هاڻ بناءِ سخي.





Scanned with CamScanner

# ڪافي

## ۱۵

ٿلهه : اٿـم يـار سـخـيءَ ۾ آس وڏي،
اديون! ڪونہ ڇڏيندم ڪانڌ ڪڏي.

۱ ـ آدلي گدلي ميري مندي هـان،
جهڙي تـهڙي يار سـنـدي هـان،
کهڙي بہ هان بـيـڪار جڏي،
اديون ڪونہ ....

۲ ـ قرب پرين جو ڪونـهي ڪاٿو،
پـاڻ سـڏي تن سـيـنـي لاتـو،
پـريـن ڀـاڃـڻ پـاڻ آڏي،
اديون ڪونہ.....

۳ ـ ٻـوجهہ برهہ جي ڪانہ هئي ڪا،
پاڻ عطا ڪيائيون مڻ محبت جا،
گـولـي ٻـانـهـي يار گڏي،
اديون ڪونہ .....

۴ ـ يـار جُـڙي، جان جيءَ ۾ ويـٺـو،
عـشـق الله جو انـدر پـيـٺـو،
غـيـر اسـان جي پـڇـر ڇـڏي،
اديون ڪونہ .....

۵ ـ يار ڱهبان جنهن ڪشتيءَ جو،
'ڪـوجهي' تنهن کي لهر نہ لـوڏو،
هـرگـز ويـنـدي ڪـانہ ٻـڏي،
اديون ڪونہ .....

# ڪافي

## ١٦

ٿلهه ؛ اڄ شاهه دراز ڏياري، سدا باغ برهه ۾ بهاري،

١ ـ سدا روشن عشق اوتارو، وري ٿئين سر نُور نظارو،
لڳي ڇهه ڇهه چوڏس واري، سدا........
٢ ـ وري گلشن عشق بهاريو، گلِ وحدت واهه ٻلهاريو،
اچي هُو هُو جي هڪاري، سدا.........
٣ ـ کليو ٿئين سر عشق ميخانو، جيئي ساقي شاهه يگانو،
آهي جام سخاوت جاري، سدا........
٤ ـ ڪڏي مست ميدان ۾ آيا، ڪن سورهه سرست سعيا،
تکي طلب جي تيز تياري، سدا.......
٥ ـ کليو سرتيون عشق ستارو، آيو ڏينهن اگهامڻ وارو،
اگهي 'ڪوجهي' توڙي ڪاري، سدا......



# كافي

١٧

ٿلهه : اڄ ناتال آ، اي نيارو، نت نيهي درازين نقارو.

١ - اڄو پيئر موقعو ملهايون، ملي رانجهن پنهنجو ريجهايون،
وجهي پاند ڳچيءَ ۾ ڳارو، نت ....

٢ - موٽي مولي يال پلايا، وري ويڙها ورهه وسايا،
وُلو چمن درازن وارو، نت .........

٣ - آهي جام سخيءَ جو جاري، مٿي محبت جي آ موچاري،
جيئي ساقي شاهه دُلارو، نت .......

۴ - ڪُڏي آيا مست اُداسي، پرين پيالي ڪاڻ پياسي،
ڏيو جام پري جالارو، نت ........

۵ - متان 'ڪوجهي' ٿئين تون ماندي، آهي ڪانگ مبارڪ آندي،
آيو تنهنجي اڱڻ جو وارو، نت .....



# ڪافي

## ١٨

تلھ : اڄي در پئي ھا، پنھل جي پناري،
ڇڏيندا نہ سيئي، لڳس جن جي لاري.

١ - سخيءَ مرڪ ناھي، ڇڏڻ سام پنھنجي،
اڳي پوءِ اڏيندا، نہ وھندا وساري.
٢ - لڏي ٻہ جي ٻيڙو، ٻڌي ڪين ھرگز،
اٿم ڀروسو ھيءُ، ڪندا سي ڪناري.
٣ - ھزارين دلاسا، ڏنا پاڻ دلبر،
سيئي قول پڙندا، ڪيا جي ڪوھياري.
۴ - سالن جي سوالڻ، پوي ترس پر ڪي،
سڏي شال ڀَرِ ۾، ولھيءَ ڪي ويھاري.
۵ - اٿم عرض ايھو، ٻُڌن شال ماروں،
ڪٽي نيڻ نُوري، نِڌَر ڏي نھاري.
٦ - ڪِني توڙي 'ڪوجھي'، آھيان مان پرين جي،
ڇڏيندا نہ ڇپرين، ويندا نيث تاري.



# ڪافي

## ١٩

ٿلهه : آهي شهر دراز ۾، رنگيءَ لاتو رنگ الا.

١ - شاهي شان دراز جو، جاتي قبولڻ جنگ الا.

٢ - الله صورت آدمي، ايهو ڊولڻ ڊنگ الا.

٣ - رهت رسولي يار جي، اهڙو نه ٻي ۾ انگ الا.

۴ - هڪل نعرو حيدري، وحدت وارو ونگ الا.

۵ - دوزخ باهه حرام آ، جنهن کي سخيءَ جو سنگ الا.

٦ - در ته اهڙي دادلي، عشق سدا پيئي منگ الا.

٧ - 'ڪوجهي' ٿيءَ نا ماندڙي، تنهنجو ننگيءَ تي ننگ الا.



# ڪافي

٢٠

تلھہ : آھي مون تي غريب جو، ننگ مــتي نــنگ پال يار.

١ - جھڙي تــھڙي يــار جــي، لڄ مــتي لڄپال يــار.

٢ - معلوم سارو ھوت کــي، ھيــٺيءَ ســندڙو حال يــار.

٣ - گھرج چوڻ جي ڪا نــڪا، آگھہَ ڪــل احــوال يــار.

٤ - شــاھہ قبــولڻ قربــدار، جڳ ســنـدو جڳ پــال يار.

٥ - آسـر ونــدڙي آھيان، لھــنـدم ســار ســنــيال يــار.

٦ - 'ڪوجھي' ڇڏيندم ڪين ڪي، نيندو نماڻي نال يار.



# ڪافي

## ٢١

ٿلهه : آيو يار سهڻو اڄ رات پيهي،
اديون ڪوجهي اڳهاڻي جيهي جو تيهي.

١ - لڪ لڪ ٿورا ساڄن سندڙا، لطف لکين جنهن پاٺهي ڪيڙا،
مِهر سندن ڪنهن ڪانه مَئي.

٢ - ٿورو سخيءَ جو ٿورن جيهو، گهٽ گهٽي جو ڪونهي ڪاٿو.
قرب پرين ڪٿ يار ڪيهي.

٣ - ثاني سخيءَ جو ڪوئي نه آيو، چمندو جڳ ۾ نا ڪو ڄايو.
ڪير سخا ڪري يار جيهي.

٤ - سيرت مرسل صورت حيدر، روپ سخيءَ جي آيو قادر،
ڳالهه سچي ايها يار صحيح.

٥ - پاڻ پرين اڄ آيا پيهي، پرڏيهي ٿيا توسان ڏيهي،
مونجهان سڀ ويون يار لهي.

٦ - ڪاڻ هاڻي توکي 'ڪوجهي' ڪيهي، يار آيو اڄ تو وٽ پيهي،
ٻکڙي تنهنجي يار نهي.



# ڪافي

## ٢٢

ٿلهه : اديون ڪونہ ڇڏيندم ڪانڌ ڪڏي،
اڃم يار سخي ۾ آس وڏي.

١ - ادلي گدلي ميري منڊي هان، جهڙي تهڙي يار سندي هان،
ڪهڙي بہ هان بيڪار جڏي.

٢ - قرب پرين جو ڪونهي ڪاتو، پاڻ سڏي تن سيني لاتو،
پرين پاڃڻ پاڻ اڏي.

٣ - بوجهہ برهہ جي ڪانہ هئي ڪا، پاڻ عطا ڪيون مڻ محبت جا،
گولي پاڻهي يار گڏي.

٤ - يار جڙي جان جيءَ ۾ ويٺو، عشق آلهہَ جو اندر پيٺو،
غير اسان جي پچر ڇڏي.

٥ - يار نگهبان جنهن ڪشتيءَ جو 'ڪوجهي'، تنهنڪي لهر نہ لوڏو،
هرگز ويندي ڪانہ ٻڏي.



# ڪافي

## ٢٣

تلهه : اي ساٿ سهيليون خوشيون ڪريو،
اڄ پير مغان جي آمد آ.
واهه ٽولي سڄي جو بخت وريو،
اڄ پير مغان جي آمد آ.

١ - بادل برهون يار وُٺا،
اهڙا ڏينهن ڪري رب شال سدا،
هيا جيڪي سُڪا سڀ ساوا ٿيا،
اڄ پير ......

٢ - وڻ ٽڻ ٻوٽا سڀ واهه ڦٽا،
ٿي باغ بهاري اڄ جابجا،
سڀ گل اميدن جا يار ڪڙيا،
اڄ پير ........

٣ - اڄ باد وصل واهه گهلي،
آيو پاڻ پرين دلدار دلي،
ويون مونجهان سڀ ئي دور هلي،
اڄ پير .......

٤ - مهندار ٽولي جو مِهر ڪري،
آيو شاهه سخي اڄ پير ٻري،
پوءِ ڇو نه جماعت عيد ڪري،
اڄ پير ......

٥ - قربان محمد بخش ٿئي،
سجدا 'ڪوجهي' لکوار ڏئي،
بَر شاهه سخي صلوات چوي،
اڄ پير .......

## ڪافي

۲۴

ٿلهه : آهي مون تہ عليل تي، هاديءَ پاڪ جو هٿ الا.

۱ - ڏيرو هادي جو درازن ۾، حڪم سندن جٿ ڪٿ الا.

۲ - قريبن جي قرب جي، نڪا تور نہ ڪٿ الا.

۳ - محبوباڻي ماڳ جا، ڏونرا چوپيندي ڏٿ الا.

۴ - ادلي گدلي يار جي، اتم هيءَ آٿت الا.

۵ - دست درازي شاهہ جو، 'ڪوجهي' ڪيهي نَتَ وَٿَ الا.



# ڪافي

## ٢٥

ٿلهه : اڄي سهڻا سخي ڏس، پنهنجي نماڻي ڪوجهڙي،
ڪوجهڙي، ڪوجهڙي، ڪوجهڙي.

١ - جنهن کي پرتون پرين تو پاليو، تنهنجو هاڻي اڄي ڏس حالڙو،
هَي هَي تنهنجي هجر ۾، سهڻا ڪُوماڻي ڪوجهڙي.
٢ - جنهن کي سهڻي ڪري تو ٿي سڏيو، جنهن کي پلپل اڏيو تو ٿي اڏيو،
اها ڇاڪون وساريئہ، در جي وڪاڻي ڪوجهڙي.
٣ - اڳي پاڻيهي پرين ٿي آيا، اڄ هَي هَي سڏيندي سال ٿيا،
هاڻي ڪنهنکي سلينڊس، دل جي ڪهاڻي ڪوجهڙي.
٤ - ايڏو نہ رُو اياڻي ڪوجهڙي، هاڻي تون ٿي سياڻي ڪوجهڙي،
جنهن نالو سخي آ، ٿيندو سو ساڻي ڪوجهڙي.
٥ - آڪاس واڻي ڪوجهڙي، آٿي ورڪون وَراڻي ڪوجهڙي،
اڄ تنهنجي الله در، آزي اڳهاڻي ڪوجهڙي.
٦ - منهنجو موٽي آيو اڄ باغبان، وري برهون بهاريو بوستان،
اجهو گلشن قلهاريو، تنهنجو بہ هاڻي ڪوجهڙي.
٧ - توکي لکين واڌايون ڪوجهڙي، ٿيون وصل جون وايون ڪوجهڙي،
لڳي گهر بهاري، آيو آرياڻي ڪوجهڙي.
٨ - هاڻي 'ڪوجهي' سدا تون سوهڻي، آهي تنهنجي صدا ساجن سٹي،
ڪئي سهڻل ستاري، ننگڙو سڃاڻي ڪوجهڙي.



# ڪافي

## ٢٦

ٿلهه : آهي ٻه ڪا ساهيڙي، پرَ ڏي وڃي جا ڪاهي،
اهڙي ٻه ڪا آهي ڙي، رانجهن آٽي ريجهائي.

١ - ويٺين وساري ڇاڪون، آخر خطا ٻه ڪهڙي،
وڃي ڪا پڇي پرين ڪون، ڇوريءَ جو ڏوهه ڇاهي.
٢ - مون ۾ لکين خطائون، تو ۾ لکين عطائون،
ڇڏ ڇڏ سو ڏوهه ڪهڙو، معافي جنهين جي ناهي.
٣ - انسانُ گهَرُ خطا جو، الله در عطا جو،
رَبُ جي خطا نه بخشي، عاصي پيو ڪنهن ڏي ڪاهي.
٤ - آءٌ تان اصل ڪون عاصي، شفقت آ شان تنهنجو،
جي تون سخي، نه بخشين، پيو ڪم سخا جو ڇاهي.
٥ - ڇڏ ڇڏ سڄڻ، رُسامون، طاقت سهڻ جي ڪانهي،
پيريءَ ۾ ايڏي سختي، جانب، نٿي جڳائي.
٦ - ڪوجهي ڪون نت ڪڇايون، سهڻل ڪون نت پلايون.
'ڪوجهيءَ' ڪي تون سهٽي، قسمت مون ڪاڻ لاهي.



# ڪافي

## ٢٧

ٿلهه : آيو ڙي يار آيو، جيءَ جو جيار آيو،
پهري پوشاڪ سبزي، آيو نگار آيو.

١ ـ بوندان برهه وسايون، گلشن وري بهاريو،
موسم خزان جي ويئي، آيو بهار آيو.
٢ ـ ديرو دراز وُنڙو، ساقي جيئي سدائين،
مستن سدا وڌائي، آيو خمار آيو.
٣ ـ نينهن جا وڳا نقارا، محبت وڄايون مرليون،
محبت جا ساز سامان، آيو سِتار آيو.
۴ ـ وحدت سندو واپاري، ڪثرت ۾ ٿيو قراري،
شوقون ٻٽي صفا تي، آيو سَيار آيو.
۵ ـ 'ڪوجهي' نه ٿيءُ تون ماندي، موليٰ ٿيو مهربان،
تو وٽ سدا رهڻ لاءِ آيو تيار آيو.



## ڪافي

### ٢٨

ٿلهه : اتم جي اميدون، پوريون شال ٿيندم،
ڪندو مهر مولىٰ، پيهي هوت ايندم.

١ - وسي شل ولهيءَ جو، هيءُ ويران ويڙهو،
پنهنجون جايون پاڻهي، وري شل پريندم.

٢ - ويٺي ٿي پڪاريان، لڏي ٿو هي پيڙو،
اچي شال هنڙا، ڏکيءَ ويل ڏيندم.

٣ - حرف ڪونهي هوتن، مُهڙ ساري مان ڏي،
جيڻهي تيهي تن جي، ڇنيون نا ڇڏيندم.

٤ - هان بيوس ويچاري، هلي وس نہ حيلو،
پاڻهي شال ننگڙو، نِذر جو پاليندم.

٥ - 'ڪوجهي' ٿيءُ نہ ماندي، پرين پاڻ پهتا،
سخي جن جو نالو، اڏيون سي اڏيندم.



# ڪافي

## ٢٩

ٿلهه : آسر وندڙي آهيان، سرتيون، هوت اچي هڪ ٿيندا،
ڏيهه مبارڪ ڏيندا.

١ - ٻنڌڻ جي آءٌ ٻانهي آهيان، ٻانهي شال سڏيندا.
شان پرين جو ناهي وسارڻ، گولڻ کي ٻه ڳڏيندا.

٢ - لک هزارين هوت نوازن، هڪڙي ڪين ڇڏيندا.
مرڪ جنين جو آهه سخاوت، اڏيو سيئي اڏيندا.

٣ - عيب منڌايون مون ۾ گهڻيون، پاڻون قرب ونڊيندا.
ننگڙو نيٺ ننگيءَ تي آهي، ڍڪڙو شال ڍڪيندا.

٤ - سالن ڪون آءٌ سائل آهيان، خالي ڪين ڇڏيندا.
وينڙي آهيان واٽ وندر ۾، هوت اچي هٿ ڏيندا.

٥ - در ته سڄڻ جي سوالڻ، 'ڪوجهيءَ' منٿون شال مڃيندا،
لهرين وچ ۾ ڪين ڇڏيندا، نيٺ ڪناري نيندا.



# ڪافي

## ٣٠

ٿلهه : اچي مل تہ مٺا مٺار ولي، ٻہ ٿي ٻير ٻري آءُ يار هلي.

١ - رسڻ روا ميان، کهڙي ڪتابين، مُنَ ڪي مارڻ کهڙي حسابين،
وچ تون جيءَ جا جيار ملي.

٢ - ٻاڇڻ جن سان سگ نہ سياپو، تن ڪي ڏيڻ تي ڪيهو ڏوراپو.
ٻانهپ ٻاجهون ناهہ ڳلي.

٣ - سُور سڄڻ جو ڪنهن ڪي سلجي، دانهن ڪٿي ٻيو ڪنهن ڏي هلجي.
جان جگر ويم يار جلي.

٤ - درد ڏنو جن معلوم تن ڪي، ڇو تو سَلين تون سُور ٻين ڪي.
ساڻيَ اندر آزار ڪُلي.

٥ - درد جگر ۾ لائي جوئي، دارون درمل درد جو سوئي،
ڇو ٿي وڃين ٻي پار ٻلي.

٦ - درد ٻرين جو دل ۾ جنهن ڪي، ڪيچ ۾ بيشڪ ڪانڌ تنهين ڪي.
جڳ ۾ مَرڪي ڇو نہ ٻَلي.

٧ - درد برهہ جي رنگڙو لايو، 'ڪوجهي'، تو ۾ سهڻو سمايو.
رانجهن ويڙو روح رَلي.



# ڪافي

## ٣١

ٿلهہ : اٿم آسرو هيءُ، ڇنيون نہ ڇڏيندا.
جيهي تيهي گولي، گڏيون نال نيندا.

١ ـ ستاري غفاري، پرين ذاج آهي،
اچي شل، جڏيءَ جا، سَتر پوش ٿيندا.
٢ ـ اکين لاتي قَر قَر، لنوين ڪانگ پيارو،
پرين چاڻ آيا، اچڻ سان اڏيندا.
٣ ـ سُکون پئي ٿي باسيان، رَنا مانَ پرچن،
ڪندو رب سولي، پيهي پاڻ ايندا.
٤ ـ روئان روز راڙيون، اَگهي شال آزي،
مارون شل نہ مُنهڙو، مُئي ڏانهن متيندا.
٥ ـ جنهين در وڪاڻل، تنهين ترس پوي شل،
ڪري شال پنهنجو، اَهي سَگ سڏيندا.
٦ ـ جاري جن جو ميجان، شب و روز 'ڪوجهي'،
جيئَن سيئي ساقي، پريو جام ڏيندا.



# ڪافي

٣٢

ٿلهه : اديون عشق چاڙهي، ڏاڍي آ آٿائي،
ڪندو شال قـُربَون، سخي ڪا سٿائي.

١ - اول عشق سوکو، پني عشق اوکو،
اها سڌ انهن کي، جنهين لنوَ لڳائي.

٢ - لڳي باهه جاتي، سڙڻ سيک تاتي،
سَڙِيَنِ کون سوا هي، ڪنهن ڪل نہ ڪائي.

٣ - ڪڏي عشق چاتم، پڇي کين لاتم،
ٻين چو ٻڌايان، ڪونهي چال پائي.

٤ - آتش عشق لائي، سيني مون سمائي،
ڪانهي ٻاڦ ٻاهر، لوڪون مون لڪائي.

٥ - اندر ڪُورو ڪامي، اصل نا اُجهامي،
لڪيو پيئي لڪايان، ڪانهي وات وائي.

٦ - جنهين ڏک ڏنو هي، وِلهيءَ ويچ سوئي،
دُولهہ تنهنجو دارون، دوا ٻي نہ ڪائي.

٧ - سڄڻ جا هي ڏکڙا، سُکن کون بہ مٺڙا،
سهي پر نہ جيئڙو، اصل هيءَ جدائي.

٨ - سڄڻ کي ٿي ساريان، پڪاريو پڪاريان،
سٽي شال سڏڙا، پلا ڪن پلائي.

٩ - 'ڪوجهي' تنهنجو چاهي، مٿن لاج آهي،
سخي جن جو نالو، ڪندا سي سٿائي.



# ڪافي

## ٣٣

تلهه : اهي شل نيائين، جنهين نينهن لاتو،
ڏرو ڪن نہ ڏوليا، نذر ساڻ ناتو.

١ - ولهيءَ ۾ نہ وَڙُ هو، نڪا ڪا چڱائي،
قريبن قرب مون، پاڻهي پيچ پاتو.
٢ - وٺي واٽ ويس تي، اچي سڄڻ سهڙيا،
سڏي پاڻ سڄڻ، سيني ساڻ لاتو.
٣ - ڏنم جان پرين کي، پيم ياد ڳالهيون،
هُيو يار ساڳيو، صحيح مون سڃاتو.
٤ - اول هنئين جيسين، پري نينهن ناوڪ،
تهان پوءِ مون تهدل، ڇُمي عشق چاتو.
٥ - لکين ڪيائون لائق، لکين لطف مهرون،
ڳٺي مان، ڳٺيان ڇا، قرب جو نہ ڪاتو.
٦ - سڄڻ سان ٿيو سودو، ولهي وٺي وڪاڻي،
ٻڌي جا ٿيا ٻيٽا، پرين پيچ پاتو.
٧ - پرين جان ڪئي پنهنجي، سَيائي ٿي سَهنجي،
حسابون ٿي معافي، ويو ڏوهي ڪاتو.
٨ - لڳي عشق سوڪو، پني نينهن اوڪو،
اهو مون اول ۾، نٿي ڄاڻ ڄاتو.
٩ - 'ڪوجهي' ٿي نہ ماندي، سڄڻ سو سخي آ،
نذر تنهنجو ننگڙو، چڱن پاڻ ڄاتو.



## ٣٤

ٿلهہ : اديون پيرو سڄڻ ڏان، ڪيئن مان ٻـچان،
اٿم ڳالهيون سندن ڳڻ ياد اچا.

١ ـ ڳالهيون سڄڻ جو ٿين نہ پراڻيون، تازيون سدائين عشق ڪهاڻيون،
ياد هميشہ هزار لـڳا.

٢ ـ گهٽو تہ پرين جو يار گهٽـيرو، ٿورو بہ تـن جو ٿـورن جـهـڙو،
ڪهڙا مچي مان ڪهڙا مـچان.

٣ ـ يار ڪـيو تـہ اصلون هڪوئي، در نہ ڏئوتم هـرگـز ٻـيوئي،
پار ڪنهين ٻي ڪـيم وچان.

۴ ـ ويندپس ويندپس ڪانڌ ڏي ڪاهي، عشق جي آڏو ڇپر بہ ڇاهي،
روهہ هجن ڇا توڙي رُجا.

۵ ـ ماٺـهو چون ٿا يار لڏي ويو، ڳالهہ نہ پوري پاڻ گـڏي ويـو.
لک لک ٿورا تـن جا مـچان.

٦ ـ عشق آ ساٿي. ڪاٿ نہ ڪنهنجي، اوڪـي اهنـجي ٿينـدي سـهنجي،
ڪوهہ هجن توڙي جهنگ سـجا.

٧ ـ ڪاهيو 'ڪوجهيءَ' ڪاهہ تون اڳتي، هلندي هل تون بيهہ نہ دگ تي،
پير نہ پٽتي، شل وچان.



# ڪافي

## ٣٥

ٿلهه : اديون سڄڻ ڏٺي ٿيم ڏينهن گهڻا،
ويٺي پل پل سپرين ڪاڻ ڳڻيان.

١ - منڙو ماندو ملڻ جي خاطر، اڪڙيون عاجز پسڻ جي خاطر،
وري تہ ڪنين شل، ٻول سڻان.

٢ - پوٿيون پٽايو فالون وجهايان، قاصد ڪوئيو اوئي سنيپايان،
ڪانگ اڏايو وجهان ٿي ڪڻان.

٣ - ڪانڌ ٻنان ٿم تات نہ ڪائي، پل پل تن جي وات ۾ وائي،
آءٌ بہ تنين ڪي شال وڻان.

٤ - ٻانهپ جي ٿم اصل ڪون ٻولي، گولين سنڌڙي اڄ پيي گولي،
دم حجت جو ڪيم هڻان.

٥ - در تہ آلهہ جي آزي اهائي، 'ڪوجهي' هجي گڏ پرسان سدائين،
هڪ تہ هجون شل، اسان بہ ڇڻان.



ٿلهه : اهڙو ڪنهن سان سليان، دلي حال اڳيون احوال اديون،
ڪيڙو من ماندو اهڙي خيال پينر، بي حال اديون.

١ ـ اوري سوري گهر آندائين، پُني ٿيڙي پنهنجو ڪيائين،
مڪڙو ٿڙيو في الحال ٿيس، خوش حال اديون.
٢ ـ دل کي دلاسا جهجهڙا ڏنائين، قول تہ پنهنجا گهڻيرا ڪيائين،
سمجهيم ٿيندو سوال وصل جو، بحال اديون.
٣ ـ ياق ياٿيءَ سان من کي وهنجاريائين، دل ۾ منهنجي جوت جڳايائين،
پنهنجو ڏيکاريائين جمال مونکي، ٿيس لال اديون.
٤ ـ بخشيو محمد جنهنکي آهي، سُهڻو دلبر سوئي آهي،
ياجهون انهيءَ ڪرپال ڪيائين، اهڙا ڀال اديون.
٥ ـ سال تنهان ٻوء گذري ويڙا. ملڪ هجر ۾ ٻوڙي ويڙا،
منهنڙو متايائون منهنجي پال ڪنا. اها حال اديون.
٦ ـ 'ڪوجهي' جو ! سهڻو داتا تہ سوئي آهي منهنجو آقا،
اينـدو لـهندو سنيار اچي، گئوپال اديون.



# ڪافي

٣٧

ٿلهہ : اديون، عشق وسايو وٽاڻ اچي،
ويـو رنگ بدن ۾ روح اچـي.

١ ـ رات لڌيون سي عشق سان لاوان، پنـهنجا لاڏ پاڻيهي ڳاوان،
نـينهون ذات صفات نـچي.

٢ ـ عشق لاتيون هن جهرمر جهوڪان، نيـنهن لڳايون ڪوڙي نـوڪان،
مـحـبـت جا ويا مچ مچي.

٣ ـ جوش برهہ جي هوش وڃايو، سينو ساڙيـو جگـر جـلايـو،
ويـــڙا جيـرو جان پچي.

٤ ـ اسان رانجهو هڪ ٿيوسي، هر جا رانجهو يار پـسيوسـي،
غير ذري ڪٿ ڪانہ بچي.

٥ ـ هر هنڌ هر جا ساجن سوئي، جت ڪـٿ ظاهر باطن اوني،
ثَم وجهہ الله ڳالـهہ سـچي.

٦ ـ جت ڪٿ جڳ وچ 'ڪوجهي' هئي، ڪوجهيءَ ٻاجهون اور نہ ڪوئي،
ڳالهہ سچي، هيءَ ڪانہ ڪچي.



### ٣٨

ٿلهه : اي سچا سرور سخي، لک لک مبارڪ تو مٿي،
شادي سندي احمد علي، لک لک مبارڪ تو مٿي.

١ ـ ماڻهن ليکي مرڻو هيو، پرَ سان ولي پرڻو هيو،
وڇڙيو وري ملڻو هيو، لک لک مبارڪ تو مٿي.

٢ ـ عاشق سچو بيشڪ هيو، پرَ جي پيرانديءَ ۾ پيو،
حق سان اچي واصل ٿيو، لک لک..........

٣ ـ مئو ڪو هتي ڪيئي دفعا، هاڻي آهي جيئرو سدا،
واهه جو سخي ڪئي هي سخا، لک لک..........

۴ ـ نيندي سپيئي ائين ڪٿي، بيشڪ سخاوت جا ڏٿي،
'ڪوجهي' ڪندين شل سوهٽي، لک لک.......



ٿلهہ : اچي رس يار فاروقي، موراڳي شاهہ مٺيارو،
نماڻيءَ تي نظر ڪرڪا، سخي صاحب.

١ ـ تون ئي اسرار حقاني، نسورو نور نوراني،
ڍڪيئہ پوشاڪ انساني، اسان جي ياڳ پوتارا.

٢ ـ رسولي حال تو سرتي، گدا، پير و ولي در تي،
قدم قطب و قلندرتي، تنهنجو سرتاج سونهارا.

٣ ـ پنجن جو تون سدا پيارو، چئن جو راز تون سارو،
هميشہ حيدري نعرو، تنهنجو هر جاءِ هاڪارا.

۴ ـ سچل مئون تي سخي آيو، سخي تو ۾ وري ڇائو،
ائين فائق آ فرمايو، درازي شاهہ دلدارا.

۵ ـ ڏيو 'ڪوجهي' ڪي واڌايون، وصل جون ٿيون وري وايون،
بهاريون گهر گهڙي آيون، لٿا مئيءَ جا تہ مونجهارا.



# ڪافي

## ۴۰

ٿلهه : اچي رس شاهه فاروقي، سچل سرتاج سوپارا،
شراب عشق جا ساقي.

۱ - تون آن سرتاج پيرن جو، اميرن ۽ وزيرن جو،
اجهو آڌار فقيرن جو.

۲ - ربي اسرار تون سارو، نبيءَ جو نور تون نيارو،
تنهنجو نت حيدري نعرو.

۳ - عشاقن ۾ تون لاثاني، قطب تنهنجا گدا جاني،
ڪرن پڻ غوث درباني.

۴ - ظاهر ڏسجين مماتيءَ ۾، مگر هر جا حياتيءَ ۾،
وسين ذاتيءَ صفاتيءَ ۾.

۵ - ولايت عشق جا والي، تنهنجا شاهه و گدا سوالي،
سوالي نان چڏين خالي.

۶ - نماڻيءَ جي هيءَ نيزاري، سچل سرتاج سُڻ ساري،
پوي نان گهوٽ سان گهاري.

۷ - جيئي مرشد منهنجو هادي، قبولڻ گهر سدا شادي،
سدا قائم ڇهين گادي.

۸ - هجي مرشد بهاريءَ ۾، عمر خضري وڌاريءَ ۾،
وسي شل فوج ساريءَ ۾.

۹ - مبارڪ توکي آ 'ڪوجهي'، اگهي دانهن آ. تنهنجي،
رهيو تنهنجو ڪانڌ آ ڪوجهي.



# ڪافي

## ٤١

ٿلهه : اندر ۾ اسرار - ڏئوسي.

١- در در ڳوليم، گهر ڦولهيم، ڪونہ لڌو ڪلتار.
جان جو پايان اندر جهاتي، دل گهُريو دلدار ڏئوسي.

٢- مسجد مندر مَڙهيون ٽڪاڻا، سڀئي ڪيڏ مڪار.
گنگا جمنا متُرا ڪاشي، رلڻ سڀ بيڪار- ڏئوسي.

٣ - روزين نمازين ٽَڪ ٽَڪ تسبيح، پڄي ٿي بيزار،
دين مذهب سڀ ڏئي آ، نينهن سچو نروار- ڏئوسي.

٤. جسم گنوايا ساجن پايا، صورت جو سينگار.
اسان رانجهو هڪ ٿيوسي، وٺ رهي نہ وار- ڏئوسي.

٥. اندر باهر صورت ساڳي، قسم رب جبار.
'ڪوجهي' پاجهي ڪانہ رهي پوءِ، حُسن سندو سردار- ڏئوسي.



# ڪافي

## ۴۲

ٿلهه : اديون ڪانگ ويو ٿم صبح ڪهي، ايندو يار منهنجو اڄ رات پيهي.

۱ - ڪر تون تياري جتن صفا ڪر، ڪڻ تون ٻهاري صحن صفا ڪر،
غير ڪڍي ڇڏ صاف صحيح.
۲ - ڪن ڪچرو ڪڍ دم سان ٻهاري، غير وڃي تان يار پڌاري،
رمز نفي اثبات ايهي.
۳ - جنهن جو توکي فڪر سدائين، ايندءِ سوئي رانجهن سائين،
شوقون سيج وڇاءِ سهي.
۴ - يار تصور جي تون ڪارين، سيني وارو تخت سنوارين،
بيشڪ وهندو پاڻ ٿهي.
۵ - جاڳ ڙي عاشق جاڳ سدائين، جاڳڻ ۾ نت ياڳ پلائي،
بيشڪ ايندو يار ڪهي.
٦ - ڳالهه سچي ڪئي ڪانگل پياري، پيهي آيم پنهل اوتاري،
لحظي ۾ ويئي مونجهه لهي.
۷ - 'ڪوجهي' جنهن کي ڏار تو پانيو، سهڻل سو اڄ تو ۾ سمايو،
وارَ وڻي ٻي ڪانه رهي.



# ڪافي

## ۴۳

ٿلهه : آئي مند موٽي، جهڙن جهوڪ لائي،
ڏاڍي برهه بارش، وسڻ ڪاڻ آئي.

١ ـ شروع سال نئون ٿيو، لڳي موج مستي،
وصل جام جاري، هتيو هجر جائي.
٢ ـ وُٺو برهه بادل، ٿيو سبز گلشن،
کُليو در ميخان، عشاقن وڌائي.
٣ ـ خبر ناهي عامن، هي موقعو نيارو،
اها عيد نيهي، آ مستن ملهائي.
۴ ـ لڳي نينهن نوبت، ڪُڏي مست آيا،
ٿپي سر ڏنو جن، تنهين سُرڪ پائي.
۵ ـ لڳو درد دهڪو، وڄي سوز مرلي،
آنا هو آنا هو، ناهي ٻي ڪا وائي.
٦ ـ لڳي باهه وحدت، اُٿيو نُور شعلو،
ڪُڏي جانِ 'ڪوجهيءَ'، پتنگ جان جلائي.





Scanned with CamScanner

# ڪافي

۴۴

ٿلهه : اڇو عشق سندا انصاف، ڏسو دل صاف ڪري.

١ ـ دين ڌرم ڪون عاشق آجا، مذهب مڙئي معاف

٢ ـ فرض سنت ڪون فارغ ٿياسي، عشق سندي اوصاف.

٣ ـ ڪعبو ڪاشي سڀ اندر ۾، معاف مڪي جو طواف.

۴ ـ ٻانهپ ٻولي ڪانه رهي ڪا، گم ڪشالا قاف.

۵ ـ ادم الله صورت ساڳي، لٿا غير غلاف.

٦ ـ 'ڪوجهي' هاٽي سدا سهٽي، ناهي تنهن ۾ خلاف.



## ڪافي

### ٤٥

ٿلهه : اڄ عيد آ عشاقي، ڏيون يار کي مبارڪ.
محبوب شهه موراڳي، مٺيار کي مبارڪ.

١ - اضحيٰ جي عيد آئي، شمشير شهه جلائي،
عاشق سر ڪپائي، تلوار کي مبارڪ.

٢ - آخوند جي عيد رمضان، مهنو سچو جو ٻڪ سان،
عيد جي سَنيَن سان، مردار کي مبارڪ.

٣ - اڄ عيد نينهن واري، سوليءَ جي تيز تياري،
جن سيج هيءَ سينگاري، سردار کي مبارڪ.

٤ - سورهه ڀِهَن ته ڇرڪي، ميخان اڇن ٿا مرڪي،
سر ڏيئي ونن ٿا سُرڪي، خمار کي مبارڪ.

٥ - 'ڪوجهي' درازي پيالو، آهي سدائين چالو،
ڪوئي وري نه خالو، سنسار کي مبارڪ.



# ڪافي

## ٤٦

ٿلهه : اٿي جاڳ عاشق، سڄڻ ٿو سنيارِي،
سمهڻ تو نه لائق، پرين ٿو پڪاري.

١ - سپرين جا سڏڙا، ٻڌين ڇو نه پوڙا،
اٿي ڪر تياري، اچن ٿا اوتاري،

٢ - نه ڪر دير دم جي، اول گهر صفا ڪر،
سڄو غير ٻوهر، ڪڍي ڇڏ ٻهاري.

٣ - تنهان پوءِ عاشق، سڄڻ سيج ٿاهج،
وڏي خيال دل سان، سنياري سنياري.

٤ - انهيءَ ريت عشقون، تون ريجهاءِ رانجهن،
پرين پوءِ پاڻهي، ايندا سي پڌاري.

٥ - پرين پوءِ تنهنجا، تون پنهنجي پرينءَ جي،
يَڪا يڪ وصل ۾، سيئي ڇڏ وساري.

٦ - اٿي تون آڌي جو، سهڻل ڪاڻ 'ڪوجهي'،
انهي پر اوجاڳو، سدائين سنواري.



# ڪافي

## ٤٧

تلهه : اٿي جاڳ سدورا جاڳ بندا،
آهي جاڳڻ ۾ نِتَ ڀاڳ بندا.

١۔ مالڪ توکي پيو ٿو پڪاري، نفس وڏو آ توکي سمهاري،
ننڊ ته نسورو نياڳ بندا.
٢ ۔ بخت ڪيئي تان، بخت سنوارج، جاني پنهنجو جيءُ ۾ وهارج،
ننڊ ڇڏي، ٿي سجاڳ بندا.
٣ ۔ننڊ ته نحوست آهه نسوري، ويل وڃائڻ دوست کون دوري،
غفلت کي ڪر نياڳ بند.
۴ ۔ننڊ ته سسئيءَ کون ڪانڌڙو وڃايو، ڏيرن کي ڪو ڏوھ نه لايو،
جاڳڻ بن، ٿي ڏهاڳ بندا.
۵ ۔ هارڻ توڙي ڪتڻ اتيئي، جاڳ اٿي ڪر جيڪي وٽيئي،
ملهه وارو هي ماڳ بندا.
٦ ۔ جهوڪ رانجهوءَ جو پار درياهون، جاڳ لنگهي پئو پار اتاهون،
قلزم عشق اجهاڳ بندا.
٧ ۔هِت جن پاتو 'ڪوجهي' پرين کي، هُت پي هنج رانجهن تن کي،
جاڳ ته ماڻين سهاڳ بندا.



ٿلهه : آهيان بڇي بدڪار، ڪهڙو مان ڪنڌ آٿايان.

١ ـ نفس ندوري وڏو نهوڙي، تنهن تي ڪريو هسوار.

٢ ـ نينهن نيائي مُول نه ڇاڻان، عشق خبر ناچار.

٣ ـ ڪوئي چڱو ڪم ڪونه ڪيو مون، آهيان اصل بيڪار.

٤ ـ جهڙي تڙي ساجن تنهنجي، ننگ ڪٽو ننگدار.

٥ ـ پاند پناهي سهٽل گهرجي، ڍول ڍڪي وٽ يار.

٦ ـ توهه تنهنجي سان 'ڪوجهي' ٽڳي ٿي، بخش ٻلا، ٻلڪار.



## ۴۹

ٿلهه : اَڏ اَڏ يار پکيڙا، ڇڏ تون ڏيهه پرايو،
ڇاکون وطن وساري، قيد قبوليئہ اجايو.

۱ ـ هُئين آزاد سدائين،حد بي حد جو سيلاني،
باندي پاڻ بڻايئہ، ناحق ٿئين تون مڪاني،
آهي ارمان اهوئي، ڪيئن تو شان وڃايو.
۲ ـ هُت شهباز هئين تون، ثاني تنهنجو نہ ساٿي،
پنهنجي ذات وساري، پڇرو ڇاڻئہ صفاتي،
وَسُ ڪيئن پنهنجو ڇڏي تو، بيوس پاڻ بڻايو.
۳ ـ ناحق يار پکيڙا، باري بار اُٺايئہ،
ڪائي ڪٽڪ جو داٽو، ڦاهيءَ پاڻ ڦسايئہ،
سانگي کھڙي وو سهٽا، پيڙو توکي هي رايو.
۴ ـ ڏينهن گهٽيرا وو 'ڪوجهي'، جاليئہ قيد ۾ جاني،
پانهپ جي ڇڏ ٻولي، لَنءُ ڪا لات حقاني،
موٽي ماڳ وڃڻ جو، سيگهڙو ڪر تون ڪو سعيو.



# ڪافي

## ۵۰

ٿلهه : الله هوتَ، آٽيئي، توکي پٽي ٿي ساريان،
تنهنجي ڪاڻ وِيئي، واٽن تي نهاريان.

۱ - سخيءَ در سوالي، وجي ڪونهَ خالي،
ڪندم آس پوري، ويٺي ٿي پڪاريان.

۲ - لکن کي نوازيءَ، جڏي هڪ مِ چاهي،
سالن جي سڪايل، ويٺي پرت پاريان.

۳ - ٻُڌي هاڪ آيس، وڏي آس پائي،
سخيءَ کي مان هردم، ساريو پيئي سنياريان.

۴ - اٿم حال هيٺو، ٻُڌن شال آزي،
پرين ڪاڻ دم دم، هنجهون پٽي ٿي هاريان.

۵ - 'ڪوجهي' ڪر تياري، اجهو هوت آيا،
اچن شل جي هيڪر، اکين مِ وهاريان.



# ڪافي

## ٥١

ٿلهه : اي هال محرم دادلا، اڄ آءُ تہ اوريون حالڙو،
لالن درازي لاڏلا، اڄ........

١ ـ توکي ڏٺي ٿيا ڏينهنڙا، ڏينهنڙا بہ سالن جهڙا،
ماٺا نذر سان ڪيهڙا، اڄ .......

٢ ـ تون ياد ڪرسي راتڙيون، پُورل پاتءِ ٿي پاڪڙيون،
سي چو وسارين باتڙيون، اڄ ......

٣ ـ اڳ اڻ سڏيو ٿي آئين، سڏ تي بہ سڏ اڄ ڪونہ ڏين،
سَل سَل سجڻ ڪٿ ٿو وسين، اڄ ....

٤ ـ تون سک سمهين، هت سال ٿيا، هڙا اسان جا هت حال ٿيا،
ايڏو رسڻ چو لال بيا، اڄ .....

٥ ـ هيءَ تان وصل جي ويل آ، توکي يوي ڪهڙي ڪا،
ور ور ملڻ جي مهل ، اڄ ........

٦ ـ تو ۾ ڪمي اصلي نہ ڪا، مون ڏي مهڙ سري منا،
ٻُلڪار تون بخشين پلا، اڄ ......

٧ ـ قسمت اندر جي ڪاڻ ٿم، تون مالڪ لوح و قلم،
تقدير ٺاهي شل صنم، اڄ .......

٨ ـ ڪوجهي تہ آ'ڪوجهي' منا، تون تان سخي ستهو سدا،
مونکون خطا، توکون عطا، اڄ .......



# ڪافي

## ٥٢

ٿلهه : آءُ جيهي تيهي پنهنجي يار جي،
مون سان ناهه ڪنهن جو واسطو.

١ - لعل منهنجو، آءُ لعل جي آهيان،
لعل بنا ٻي ڪنهن جهڙي ناهيان،
آءُ ته ٻانهي ٻاروچل يار جي.
مون سان .........

٢ - عيب مدايون مون ۾ گهڻيريون،
دول ڏڪيندم سي ته ساهيڙيون،
آءُ ته ناهيان اديون ڪنهن ڪار جي.
مون سان .........

٣ - خاص خلاصي مان ڏول جي آهيان،
ڏولڻ جي مَٽ ٻئي کي نه ڀانيان،
مونکي ٽيڪ قبولڻ يار جي.
مون سان .........

٤ - ساهه درازن جيڪا ڪاهي،
ننگ وجهي ننگ پال تي لاهي،
تنهن کي ڪاڻ نه ٻي ڪنهن پار جي.
مون سان .........

٥ - 'ڪوجهي' آهيان توڙي ڪاري،
يار سهڻل جي مان آهيان ساري،
آءُ ته سام سخي سردار جي.
مون سان .........

# ڪافي
## ۵۳

ٿلهه : اٿم اميد اچا، ري جيڏيون، ڪين ڇڏيندم ڪاتي.

۱ - ڪيئن ڇڏيندو سهڻل سائين، جنهن جي توهه تڳان - ري ....

۲ - واهه وسيلو ڪونهي ٻيو ڪو، ريءَ تو آبو نہ اما - ري ....

۳ - آهيان وڪاٿل تنهنجي در تي، ٻي ڇو پار وڃان - ري ....

۴ - آءٌ تان ٻانهي، تون تان سائين، سجدو ڪين ٻيجان - ري....

۵ - جيهي تيهي ستگر تنهجي، سام اچي مان پهي هان - ري ....

۶ - لوڙهي اندر پينو آيس، بيڪ سخيءَ ڪان پنان - ري ....

۷ - 'ڪوجهي' ڪي ڪر سهڻي پيارا، سوال آگهاءِ سنيان - ري ....



# ڪافي

## ۵۴

ٿلهه : افسوس موت ظالم، جاني جدا ڪرايو،
شاهه غلام محمد، لوڪون ڪٿي لڏايو.

۱ - عبدي وٽيس نہ جامون، وحدت رسيو يگانو،
ٿيو ڪيچ ڏي روانو، باهيون پنيور لايو.

۲ - علي مدد جو چايو، شاهه سخي نپايو،
يارن چئن جو رايو، پنجن تن پهرايو.

۳ - عامن ليکي هو مرڻو، حق سان هيوسي پرڻو،
وڇڙيو هو يار ماڻو، مرڻو ڪٿي هلايو.

۴ - جنهن هار جو هو داڻو، تنهن کي رسيو يگانو،
ڪوڙو ڇڏي زمانو، پنهنجو وطن وسايو.

۵ - حادي بخش بهاول، 'ڪوجهي' روئي ٿي راڻل،
تولو سڄي هي سانول، پرچاڻي جي ڪاڻ آيو.



# ڪافي

## ۵۵

ٿلهه : اي راز محرم دلربا، اڄ آءُ تہ پرچون پاڻ ۾،
سُڻ هي صدا نام خدا.

۱ ـ معافي ڪري ڪوتاهيون، ويران وسايو جايون،
ورهين وڇوڙو لاهيون، اڄ .......

۲ ـ جهاڳي جبل آهيان ٿڪي، توريءَ مٿا آهيون ڏکي،
سالن ڪنان آهيان سِڪي، اڄ ......

۳ ـ تو لئي پرين ماندي آهيان، ورهون نہ پل واندي آهيان.
زلفن تنهنجي بانـدي آهيان، اڄ .....

۴ ـ ڪٿي ڇڏ رسامان ناز ميان، ٿاهيو وصل جا ساز ميان،
ويهي ونڊيون ڪي راز ميان، اڄ .....

۵ ـ واريان حجت مان ڪانہ ڀي، گولي آهيان تو شاهہ جي،
سڻ دانهن هن بيواهہ جي، اڄ .......

۶ ـ وايون وڄڻ جون ڏي ڇڏي، ويهو پڪا سامهون اڏي،
'ڪوجهيءَ 'ڪي ڇڱو سهٽل سڏي، اڄ .....



# ڪافي

## ٥٦

ٿلهه : اڄ لنگهندي واٽ ويندي، گهوٽ گهائيندو ويو،
ناز سان نيڻن کي چوري، نينهن لائيندو ويو.

١ - دم اندر دلڙي لُٽي ويو، ڪل نہ مُئي کي ڪا پئي،
منهن ڏيکاري زلف ڏاري، پيچ پائيندو ويو.

٢ - چشم خوني سان نهاري، جان ۾ جهوري وڌي،
تير ڪوڙي جان جهوري، منهن ڇپائيندو ويو.

٣ - ڪيئن ڪريان ڪنهن کي چوان، هن حال جي مان ڳالهڙي،
ڪات هٿندو خون پيئندو، ماس کائيندو ويو.

٤ - اٿ اري 'ڪوجهي'، ڪر تياري، سر لڙي هن يار سان،
عاشق جي سر وڍڻ جا، ناهہ ٺاهيندو ويو.



ٿلهه : آهيان پاڻ الله، نہ ٻيو ڪو.

١ ـ احدون پاڻيهي عبد سڏايم، چاڪر ٿيس ڪون چاهہ،
ٻانهو مونکي مُول نہ چئجو، آهيان شاهنشاهہ.

٢ ـ سير صفاتيءَ جو ٻيو رايو، ذاتي ڇڏيم سڀ جاهہ،
قيد مٽيءَ جو پاڻ قبوليم، ملڪ ڪيم گمراهہ.

٣ ـ طرحين طرحين پيدا بنايم، سڀ نُگيءَ جا ٿاهہ،
جت ڪٿ يارو ظهره منهنجو، اوهين ڪيو ويساهہ.

٤ ـ عاشق مان هان عاشق هان ئي، عشق بہ آهيان آءٌ،
ڪٿي سهڻي ڪٿي 'ڪوجهي'، هي سڀ ڪوڙو بناءُ.



# ڪافي

۵۸

ٿلهہ : الله هووي يا نہ هووي، جيوي ميڏا يار ميان.

۱ - دلبر ميڏا شاهہ درازي، شاهہ سخي سردار ميان،
يار قبولڻ دا مين عاشق، تهدل وو تڪرار ميان.

۲ - صورت سهڻي مَنڙي مُهڻي، صورت دا سينگار ميان،
ٿلدا ٿِلدا ساڏي آندا، واه ڪبڪ رفتار ميان.

۳ - مٺڙيان مٺڙيان بوليان ڪردا، ڪانگل خوش گفتار ميان،
چشمان چولي دل ڪُون رولي، جوش والي جهلڪار ميان.

۴ - ننيڙي ننيڙي نازڪ هٺڙي، لوڏ عجب لٽڪار ميان،
وَل وَل سانُون ياڪر پاندا، قرب والي تہ ڪتار ميان.

۵ - ول ول سانُون ياڪر پاندا، قرب والي تہ ڪتار ميان،
'ڪوجهي' دا سر اولي گهولي، دلبر باغ بهار ميان.



# ڪافي

## ٥٩

ٿلهہ : اضحيٰ والي عيد هي يارو، عشق آڏي تي آوو ڪند ڪپائو.

١ - ٻڪريان ڪُهڻ ڪرت زناني، سر تليءَ تي لائو، جسم گنوائو.

٢ - سر ٻِن هرگز سر نہ ملٽا، سولي سيج بنائو، سرڪي پائو.

٣ - مُليا نُون هووي عيد مبارڪ، عشق مبارڪ پائو. نينهن نچائو.

۴ - مٺي نون سجدا مول نہ ڪرنا، صورت وچ سمائو، غوطا کائو.

۵ - عشق والي تڪبير هڪائي، هر هر نڪ نہ گسائو، دم چلائو.

٦ - عشق اڏي تي آ ڪر 'ڪوجهي'، عيد عشاقي ملهائو، ساجن آيو.



# ڪافي

٦٠

ٿلهه : اڄ گوڪل، مَٽيءَ جي اُتاري،
توکي ساهه پيو ٿو سنڀاري.

١ ـ تولئي طول وهاڻا وڇايان، سهڻا سيج پلنگ لڳايان،
توکي داسڻِ پئي ٿي پڪاري، توڙي نيڻ ڪنيو ٿي نهاري.

٢ ـ آءُ توکي اکين ۾ وهاريان، پوءِ ٻي ڏي ڪين نهاريان،
هڪ تون ئي هجين مون ڪناري، ٻيو آءٌ هجان تو پياري.

٣ ـ دين ديال ديا ڪر تون، ڪين ڪِلاءِ مون تي سرتيون،
مونکي تون جي ڇڏيندين وساري، ڇنو ڪير ڪندو ٻيو ڪناري.

۴ ـ ڇوي قرب منجهون هي 'ڪوجهي'، آهيان داسڻِ سونَلَ، تنهنجي،
اڄ موهن پير پڌاري، وڃ جيءُ جڏڙو جياري.



# ڪافي

## ٦١

ٿلهہ : اچو تہ پينر رام ريجهايون،
چوڏس جو موقعو ملهايون.

١ - ڏاڍو بيرنگ رنگڙو لايو، رُوپن ۾ تنهن پاڻ سمايو.
ڪٿي برهما وشنو سڏايون، ڪٿي شِو جو نام ڌرايون.

٢ - ڪٿي سهڻل رام سوڀارو، ڪٿي ڪرشن مرليءَ وارو
ڪٿي نانڪ پاڻ ڪَهايون، ويو پريم پنٿ بنايون.

٣ - پير رانجهن روح ۾ رايو، لَڙي ديس دراز تي آيو.
سوامي سچل پاڻ چوايون، ويو نوبت نينهن وڄايون.

٤ - دين ديال دَيا پالي، آيو جنم وٺي وري والي.
آيو روپ سخيءَ جو ڇايون، وينو محبت مچ مچايون.

٥ - ڇڏ 'ڪوجهي' مُونجهہ پسارو، جيئي رام درازن وارو.
اچو گيت خوشيءَ جا ڳايون، پنهنجي لال کي مينڌڙي لايون.



# ڪافي

## ٦٢

ٽلهه : اڄ ڪان مٺا منهنجا شام سُندر، منهنجي جيءَ جا جگر،
آڻ مرلي مڌر.

١. تنهنجي پريم پوڄارڻ آهيان مان، گوپال گوالڻ آهيان مان،
تو بن ڪين سهاڳڻ آهيان مان، منهنجا ڪانڌ ڪرشن تنهنجي ناٿ نذر.

٢. تو سهڻي سواءِ مان ويڳاڻي آهيان، مڇلي مثل بي پاڻي آهيان،
ٿيندس ساٿي ڪڏهين مان اياڻي آهيان، منهنجا مور مُڪٽ آءُ مرليڌر.

٣. آءُ بين بڄاءِ مٺڙي بات ٻڌاءِ، دل شاد ڪراءِ گوپال مٺا،
اڄهي عرض اگهاءِ من تان مونجهه لاهه، هيءُ سڏڙو اناءِ منهنجا بنسيڌر.

٤. ٻڌ ياد اٿيئي يا وسري ويئي، جيڪي ڏينهن گذاريئه گوڪل ۾،
ڪندين ريجهه ڪڏهن پنهنجي راڌا سان ، توڙي 'ڪوجهي' آهيان تہ بہ تنهنجي گرڌر.



# ڪافي

٦٣

تلھ : اچ گوڪل، گـُرَ گرڌاري، منھنجا ڪرشن ڪانَ مُراري.

١ - ايـھـا دم دم تـو در آزي، سـڻ ديـنـا نـاٿ درازي،
مـَج مانـڊُو منٿ نـبـزاري، وَر چئنچل لـعل بھاري.

٢ - ناھي تو بن واھ وسيلو، تون ئي ھيٺيءَ سندڙو حيلـو.
جي تو شامَنَ سام وساري، پيو ڪير ڪندو پوئواري.

٣ - تون ئي رام گوپال پيارو، تون ئي گوتم نانڪ نيـارو،
تون ئي مدني مير ھزاري، تون ئي حيدر شاھ ڪراري.

٤ - توکي دم دم دلڙي سنپاري، تو ڏي نيڻ ڪنيو ٿي نھاري.
ور لعل ڪَنَئِيا مُراري، تـوسـان پريـتـم پريت پـيـاري.

٥ - اچ ٺـاڪـر، پـيـر پـڌاري، ڪٽي پريـتـم پـيـر اوتـاري،
آءٌ تہ آھيان ٿنھنجڙي ناري، پوءِ تان 'ڪوجھي' توڙي ڪاري.



# ڪافي

٦۴

ٿلھ : اچ اچ رام پيارا، لَنڪا ديس تي ڪاهي،
پل پل سيتا پُڪاري، ويٺي واٽ واجھائي.

١ - راوڻ دَئيت ڏتاري، ليڪو تنھنجو لنگھايو،
ناري آٺي ويچاري، موڏيءَ باندي بڻايو،
رس رس ڪاهي پتي تون، تو بن واهر ناهي.

٢ - پرِيَو ڏوهہ نہ تنھنجو، ڪرمن جي آ ڪچائي،
لڱب ڪيھو توکي لايان، قسمت جي آ ڪوتاهي،
وس بيوس جا تون سائين، ڇڏ تقدير ڦيرائي.

٣ - تو بن رام پيارا، آهيان ڏاڍي پشيمان،
داتا، دير نہ ڪر تون، چاڙهي آءُ هَنومان،
ڪر آزاد هيءَ ناري، وجھہ تون ڪوٽ ڪيرائي.

۴ - آءٌ تان بيشڪ آهيان، 'ڪوجھي' عيبن واري،
جھڙي آهيان وو تھڙي، سڏبيس تنھنجڙي ناري،
پونديءَ نالي جو ننگڙو، داسڻ آس نہ لاهي.



# ڪافي

٦٥

ٿلهه : اڄ موهن مُئي جي اُتاري، دم ويهه نه شام وساري.

١ - ويٺي تنهنجي واٽ نهاريان، توکي پلپل ڪانَ پڪاريان،
توکي شاهه پيو ٿو سنڀاري.

٢ - اڄ اڄ گهنشيام پيارا، ڪٿي ماندوَ موٽ موچارا،
ويٺي داسڻ توکي نهاري.

٣ - تولئي ماندي آهيان مُراري، ڪٿي يار ڏيا گرڌاري،
اڄ ناڪر بير پڌاري.

٤ - وَرَ ڪرشن مرليءَ وارا، پيتانبر پهچ پيارا،
توکي راڌا پيئي سي نڪاري.

٥ - وَرَ چينچل ڪانَ رسيلا، ناهي دل کي چين ڇبيلا،
نت 'ڪوجهي' شرن تمهاري.



٦٦

ٿلهه : آوين آوين سوڊل سائين (مرسل)
ويـڙها ولـهـي دا ڊول وسـائـين.

١ - تيڏڙي ڪيتي مين تان ماندي، قوت غمان دي کاڻ دکان دي،
سِڪڙي سانون تانگهه تُساڏي، آوين آوين دير نہ لاوين.

٢ - رانجهڻ رووان راتيان ڏينهان، دم دم ريهان پلپل ڪيهان،
حال ڪنون بي حال جو ٿي هان، آوين آوين ڳل لڳاوين.

٣ - مينهن نينان دي لاتيان موڪان، بادل ٻَدڙيان جهرمر جهوڪان،
ٽِم ٽِم ڪِتلي روڪ تي روڪان، آوين آوين سينـي لاوين.

٤ - لوڪ ڪريندي ٽوڪان ٽوڪان، طعني تُنڪي چا وت چوڪان،
هَسدي مين تي حاسد لوڪان، آوين آوين مهٽي لاهوين.

٥ - نينهن تساڏي ماريان نوڪان، محبت لايان من وچ موڪان،
ميڏيان ٻڪڻ شال. پرت ديان پوڪان، آوين آوين مينهڙا وساوين.

٦ - عشق دا درياهه لنگهڻ اوکا، رات انڌاري جِي دا جوکا،
مس ن ـري، ياني حوکا. آوين آوين پار لنگهاوين.

٧ - ماڻهو اُکن ڪوجهي ڪاري، مين تان سهٽل، تيڏڙي ساري،
مهني موڪين ڪر سرداري، آوين آوين عرض اگهاوين.

٨ - جيوين ميڏا مير هزاري، توهه تڳان مين تيڏڙي تاري،
'ڪوجهي' تي ڪر ڪرم ستاري، آوين آوين توڙ نڀاوين.



تلهہ : آيا رانجهن آيا، عشق ظهورا پايا، صورت ساز بنايا،
ميمي والا پوش پهر كري، احمد نام ڈرايا.

١ ـ احمد احمد اور نہ كوئي، احد كيتي اظهاري،
انا احمد آپ اَلايُس، ثابت بات سچاري،
شهر مكي وچ جنداُناكي، مير مدينہ وسايا ـ آيا .

٢ ـ بي صورت وچ آيا، صورت نام محمد،
محمد وچون كثرت هوئي، لولاك لما شاهد،
قادر قدرت ايوين جوڙي، بيرنگ رنگڙا لايا ـ آيا ...

٣ ـ اول آخر دا تون مالك، شاهہ تيڏي نہ ساهي،
سرور تون سرتاج رسولان، سيكو تيڏا سپاهي،
تَئِين بِن رب ڏي راهہ نہ كائي، مرشد سر سمجهايا،
الله آپ الايا ـ آيا.......

٤ ـ رحمت تون، هر عالم خاطر، ايهو قول رباني،
مالك خالق كَون و مكان دا، سارا سر سبحاني،
شافعي كافي هر دو جهان، بار كُلان دا چايا. آيا ...

٥ ـ اصل كَنون بي مين تي محمد، بخشش تيڏي ساري،
هڻ بي هادي، قيامت سوڏي، پرتہء 'كوجهي' ويچاري،
بيشك جنهن نون تيڏا سهارا، تنهن مقصد كَل پايا. ايا ..



# ڪافي

## ٦٨

ٿلهہ : اپنا تماشا ويکڻ ڪيتي، سهسين ويس لڳائي هـون،
وحدت ساري ڇوڙ ڪراهين، ڪثرت شور مچائي هـون.

١ - آدم هوڪي داتا ڪاڏم، سرِڳئون آپ ڏِڪائي هـون،
شيطان بن ڪي منڪر ٿيوسي، لعنت طوق لڳائي هون.

٢ - منصور هوڪي اناالحق آکيم، سولي سر چڙهائي هـون،
آپ اَرني، آپ ترانـي، نـاحق طـُور جـلائـي هـون.

٣ - آپ قلندر لعل سيوهاڻي، آپ مـُعين سـڌائـي هـون،
آبي صوفي شاهہ عنايت، آپ لطيف ڪـَهائي هـون.

٤ - سحل هوڪي شاهہ درازين، نوبت نيـنهن لڳائي هـون،
شاهہ قبول محمد بن ڪي، ٻيهر عشق جڳائي هـون.

٥ - جت ڪٿ يارو مين ئي وسدا، صورت ساز سمائي هون،
ذاتي حُسن ڇپاڪي اندر، 'ڪوجهي' نام بتائي هـون.



# ڪافي

## ٦٩

تلھ : آيا دلبر آيا، بشري بيک بنايا، حيدر نام ڌرايا،
سانگي سير صفاتي والي، برھين بار اٿايا.

١ ـ حيدر حيدر اور نہ ڪوئي، صورت نُور الاھي،
عشق جڳاوڻ جڳ وچ آيا، جوڙ ڪي اپٽي شاھي،
بار برھہ دا بَر سر چاڪي، تاج فقيري پايا.

٢ ـ عشق دا مالڪ حيدر يار، حيدر شاھہ عشاقان،
بن دَر حيدر شاھہ علي دي، ٻي نان واھہ عشاقان،
جوئي چاڪر در علي دا، عشق اھين گھر آيا.

٣ ـ آوڻ سيتي جڳ وچ جاني، نوبت نينھن لڳائي،
باغ بھاريا برھين والا، گھر گھر ھوئي واڌائي،
ھُو ھُو والي بين بجا ڪي، در در عشق جڳايا.

٤ ـ مستي موج محبت ھوئي، وحدت شور مچايا،
لڙھيا غير صفاتي والا، مستي ڪوٺ ڪرايا،
ھرڪا ھوئي ھڪ ھڪائي، ھُو ھُو ھَل مچايا.

٥ ـ کوليا دوست دڪان برھہ دا، پيالا عام چلاوي،
جوئي آيا جام سڪايا، خالي مُول نہ جاوي،
ھوش عقل دا ڪوٽ آڙاڪي، مست و مست ڦرايا.

٦ ـ اٿڙا مينھن محبت والا، گھر گھر ھوئي واڌائي،
'ڪوجھي' ڪالي نال سھيليان، حيدرشاھہ اگھائي،
جڳ جڳ جيدي شاھہ درازي، جنھن دي ٿورا لايا.



## ٧٠

ٿلهه : اپنا آپ پڇاڻ، الله عبد سڏايا هي،
الله عبد سڏايا هي، عشقئون رنگ رچايا هي.

١ ـ شان آدم دا ايڏا ڪيتس، ميڙ ملائڪ سجدا ڏيتس،
ايهو راز سڃاڻ، اندر آپ سمايا هي،
جب تو سجدا آيا هي.
٢ ـ فرقي ڀاتئون ڀات بنايس، ڪافر مومن گبر سڏايس،
ايها رمز پڇاڻ، ڪُل وچ آپ سمايا هي،
ناحق ملڪ منجهايا هي.
٣ ـ ڪعبہ ڪا شي مسجد مندر، سڀ تون ڦولين اپني اندر،
تو ۾ رام رحمان، دل وچ آپ ڇپايا هي،
ٻاهر ڪير نا پايا هي.
٤ ـ اَلانسانُ سر بنايس، وَنَحنُ اقرب آپ الايس،
شاهد آپ قرآن، جس وچ آپ وڪايا هي،
پيهي راز بتايا هي.
٥ ـ قبول محمد دولهہ دلبر، 'ڪوجهي' دا هي راحم رهبر،
ستگر سنت سبحان، بشري ڀيک بنايا هي،
آپ درازين آيا هي.



# ڪافي

## ٧١

ٿلهه : آئو سهيليان آئو، ستگر ڪا گيت گائو،
رل مل سچي پچن سي، اپنا گرو ريجهائو.

١ ـ گوبند گُر ۾ سڪيو ! ناهي ڪوئي تفاوت،
هئہ گر اڄ هَرِي ڪي، ستگر ڪي در پي جائو.

٢. گوبند گرو وڪاري، گُر بِن ڪوئي نہ پاوي،
چت سي گروڪي چرنين، سي سيس ڪو جهُڪائو.

٣. متُرا ڪاشي ۾ ڪياهي، مندر دئاري ڪيا هي،
ڪل تيرٿون ڪو ڇوڙو، گُر ڪي ٽِڪاني آئو.

٤. جٽيا تِلڪ اجايا، سات سُگن ۾ ڪيا هي.
ستگر ڪا شبد بولو، پريمي جٽيا لڳائو.

٥. شاه قبول محمد، گُرديو هي همارا،
رل مل سڪِيون سي 'ڪوجهي'، اپنا گرو منائو.



# ڪافي

## ٧٢

ٿلهه : آيا ساجن آيا، احدون عبد سڏايا، عرشئون ارض وسايا،
شـهـر درازيـن مهران هـويان، قبول محـمـد چايا،
آيا ساجن .....

١ ـ پهلي پهلي آدم دي وچ، آلک ڪيتي اظـهاري،
ول ول آيـا جگتر اندر، صورت نـياري نـيـاري،
شاهه خضر دا پـوش پـهرڪي، وچ دريا لڪايا.
آيا ساجن .....

٢ ـ ڪرشن دي ول روپ دي اندر، ڪيتا عشق اوتـارا،
راڌان نال رهاڻ سڄڻ دي، گـوپـيـان نـال گـذارا،
ٺاڪر، مانڊو، ڪانَ سڏاڪي، محبت مچ مچايا.
آيا ساجن .....

٣ ـ ملڪ عرب دا بخت سوايا، نُور ڪيتي نـرواري،
اُيريا سچ مـديـنـي والا، روشـن ذرتـي سـاري،
آنا احـمـد آپ الاڪي، نـعـرا نـيـنـهن لڳايا.
آيا ساجن .....

٤ ـ حيدر حيدر اور نہ ڪئي، قـادر آپ قـديـري،
بـار بـره دا سـر پر چاڪي، پايا تـاج فقيري،
ڪوثر والا سـاقي هو ڪر، يَر يَر جام هـلايا.
آيا ساجن .....



## ڪافي

### ٧٣

٥ - ڦڙڪي هو يا نانڪ سائين، شاهہ گڙ دا والي،
رانجهن ريڏا سات سنگت تي، نال فريد حوالي،
هندو مومن هڪڙا ڪرڪي، پرتئون گڙ بنايا.
آيا ساجن .....

٦. ڦرندا آيا شاهہ درازين، ساڳيا نُور رباني،
مست و مست قلندر هويا، شاهہ سچل لاثاني،
دائم سر پر حال حلاجي، هُو هُو هُل مچايا.
آيا ساجن .....

٧. ڦر بہ مهر درازين هوئي، پيهر جنم اُٺايا،
مست قبول محمد بنڪر، سارا سمنڊ سمايا،
جيوي ساجن لک لک ٿيوي، ڪلحڳ عشق جڳايا.
آيا ساجن .....

٨. رنگپور دا اڄ بخت سوايا، بي رنگ رنگڙا لايا،
کوليا دوست دڪان برهہ دا، ساقي جام هلايا،
پي ڪر مستان 'ڪوجهي' هوئي، رانجهن راز وڪايا.
آيا ساجن .....



## ڪافي

۷۴

ٿلهہ : ايڏا ماڻ نہ ڪر، ساڏي نال ميان،

دم جيها تيها، اسان جال ويسون.

١ - روز اول ڪنون تيڏي نال ياري،

اڄ ڪلهہ دي نهين سهڻا لعل ميان،

ناتا نينهن والا، اهو ڪيوين ٽوڙون،

ياري ڏکي سکي اسان پال ويسون.

٢ - جي تان درد والي ميڏي دانهن سٹي،

مين تان ڪول ڏيوئين حال ميان،

جي تان رنج رهين اسان چپ ڪيتي،

چا تي دل والا احوال ويسون.

٣ - جي تان ڪول سڏئين، مين تان گهول وڃان،

جي تان ڏرو ڏکين، رهسان نال ميان،

جتان يار تو نهين ساڏا ديرا آتان،

اسان رلئي رقيب دي نال ويسون.

۴ - سب ڪنهن نال مٺا، رلمل هسين،

ساڏي نال تيڏي رسڻ چال ميان،

جيوين من ڀاوين، تيوين ڪر سهڻا،

ول ڀي ڳُڻ تيڏي، ڳوندي لعل ويسون.

۵ - مين تان يار تيڏا، تون نہ يار ميڏا،

اسان نون ياد الستي دي ڳالهہ ميان،

هُڻ ڀي 'ڪوجهي' ڏيسئي هادي لعل همٿ،

ٻُوٽا ٻيائي والا، اسان ٻال ويسون.



# ڪافي

## ٧٥

ٿلهه : بهاري ڪئي سچي سلطان، مبارڪ يار مستانو.

١ - گهُلي اڄ واءُ اتحادي، ٻه هرجا خان آبادي،
سچل سهڻي سندي شادي، مبارڪ.....

٢ - عامن ليڪي اهو مرڻو، مگر حق سان هيو پرڻو.
هيو وچڙيو وري ملڻو، مبارڪ.....

٣ - وڄن وحدت سندا واڄا، نيهي مرليون برهه باڄا،
ٻهاريءَ جا بگل هرجا، مبارڪ.....

٤ - فقيرن آ سماع لاتي، حلاجي حال ٿيو ساٿي،
اَنا هادي آنا هادي، مبارڪ.....

٥ - مڙيا اڄ مست متوالا، ڳچي الفي هٿن پيالا،
سيئي خوش حال بر حالا، مبارڪ.....

٦ - طرف ميخان آيو ساقي، ٻڌي اڄ سبز پوشاڪي،
ڦري پل پل مَي باقي، مبارڪ.....

٧ - ڪليو اڄ نور نوراني، 'ڪوجهي' ٿي مست مستاني،
ڪئي اڄ شاهه شاهاني، مبارڪ.....



# ڪافي

## ٧٦

ٿلهه : بهاري ڪئي سخي موليٰ، سچو سنسار هُو هو هُو،
لٽا ڏئي جا ڪُلئي ڀولا، سچو سنسار هُو هو هُو.

١ - لڳي اڄ واهه واحدت جي، مٽي نابود ڪثرت جي،
ٻهر جا موج محبت جي، سچو.........

٢ - پيالو جام جاري آ، وصل جي واهه واري آ،
وري نئين سر بهاري آ، سچو.........

٣ - عرش مستي سما مستي، زمين مستي دريا مستي،
آتش مستي، هوا مستي، سچو.........

۴ - ملڪ هُو هو بشر هُو هو، پکي هُو هو شجر هُو هو،
اندر هُو هو، ٻاهر هُو هو، سچو.........

۵ - نفي گم گار ٿي والله، ٿيو اظهار الا الله،
سخي الله سخي الله، سچو.........

٦ - گل و گلزار الاهُو، چمن چوڌار الاهُو،
ٻهر جا يار الاهُو، سچو.........

٧ - ڳُلي اڄ ذات ٿي ظاهر، 'ڪوجهي' ٿي حال ٿيو صادر،
انا الله اندر ٻاهر، سچو سنسار هُو هو هُو.



# ڪافي

## ٧٧

ٿلهه : بخت اسان جو آهه ڀليرو، برهه ڪئي برسات ميان.

١ - جُهڙن لاتي جهوڪ ڀَليري، بُوند آئي دن رات ميان.

٢ - بادل برهون يار وسايو، غير لڙهيو جسمات ميان.

٣ - نينهن ڪيو اڄ ذات ظهورو، ڌوئي ذات صفات ميان.

٤ - ڇيلا سخيءَ جا مور نہ مرڻا، برسر آب حيات ميان.

٥ - دائم قائم شاهہ درازي، ساڻ سموري ساٿ ميان.

٦ - 'ڪوجهي' ڪاري بيشڪ آهيان، ذات پُڇي نہ ذات ميان.



# ڪافي

## ٧٨

ٿلهہ : برھين دا بار باري، پاڳي اسانڏي آيا،
آسمان جو نہ چاتا، اسان چم اکيان ٻي چاتا.

١ ـ اسان عشق دي ھون چائي، نينهن دي اصل نپائي،
سڪ دا سبق اسان نون، چوَندي پرين پڙھايا.

٢ ـ نينهن ديان لڏوسي لاوان، محبت لڳائي ميندي،
ڏاجا ڏڪان دا يارو، ازلون اسان آتايا.

٣ ـ رڳ رڳ رباب ھوئي، تن من تنبور سهٽا،
دم دم آواز ھُو ھُو، ھردي تي ھل مچايا.

۴ ـ وحدت ميرا ٽڪانا، ديگر نہ آشيان،
ڪثرت ڪا ڪر بهانا، شوقون بشر سڏايا.

۵ ـ عاشق جوئي سڏاوي، معراج اسڪا سولي،
رلمل ڪي وه رندون مين، 'ڪوجهي' لقب ڏرايا.



# ڪافي

## ٧٩

ٿلهه : ٻڌو ٻانهيءَ جي ٻاڏاڻ نبي،
اڃي هيٺيءَ کي رس هاڻ نبي.

١ - ساريو ويٺي توکي سنياريان، نيڻ ڪنيو پيٺي تو ڏي نهاريان،
رس اچي تي ساڻ نبي.

٢ - هڪ ته رسڻ جي طاقت ڪانهي، ٻيو ته پسڻ جي لياقت ڪانهي،
پيهي اچ تون پاڻ نبي.

٣ - لوح لکيئي ۾ جي تان لڳائي، قادر قدرت توکي سيائي،
قسمت مون کي ڪاڻ نبي.

٤ - احمد سڻ تون عرض نماڻا، پُورل پر تون پنهنجا پاڻا،
هاڻي وَساءِ وٿاڻ نبي.

٥ - پرتئه پاڃڻ عيبن هاڻي، در جي وڪاڻي گولي نماڻي،
تون ئي نماڻن ماڻ نبي.



# ڪافي

٨٠

ٿلهہ : ڀڳڻ آيو ڀيهار، واڌايون.

١ ـ رانجهن آيو مونجهارو ويڙو، ٿيڙا قرب اپار،
شاهہ موراڳي صورت ساڳي، ساڳيو سخي سردار.

٢ ـ ساڳي ڪچهري ساڳيون چونڪيون، ساڳيو ڪلنگيءَ دار،
قرب قبولڻ وارو ساڳيو، ساڳيا پاڪر پيار.

٣ ـ لالنَ آئي دردر ڏياري، گلشن ٿيو گلزار،
گهر گهر شادي خان آبادي، هرڪو باغ و بهار.

٤ ـ ساڳيو ساجن ساڳيو ٽولو، ساڳي سار سنڀار،
نوبت نيهي نعرو ساڳيو، وڪ اچا واڌار.

٥ ـ معاف ڪيا ڪل قاف ڪشالا، ڏيهہ ڏٺي ڏاتار،
'ڪوجهي' هاڻي سدا سهڻي، موٽيو يار ميهار.



# ڪافي

## ٨١

ٿلهه ۽ پيهر عشق بادل، وسڻ ڪاڻ آيو،
برهه بوند لائي، ڪريو يار سعيو.

١ - ڪري سر تريءَ تي، آيا جنگ جوڌا،
هيءُ مستن جو ٽولو، پنڻ عشق آيو.

٢ - رهي يار ساقي، گتو شال قائم،
ڀري ڏي پيالو، پرت جو سوايو.

٣ - چرهي موج وحدت، لڙهيو غير سارو،
ٿـُتا دام دُئي جا، وڏو عشق پايو.

٤ - ٿيو ساهه سُرندو، ۽ تن من تنبورو،
آواز هـُو هـُو، رڳ رڳ مان آيو.

٥ - هيڪر آهه پڙ ۾، 'ڪوجهيءَ' پير پاتو،
مُڙي ڪيو هاٽي، سوليءَ آ سنباهيو.



# ڪافي

۸۲

ٿلهه : ٻاجهه ٻريا ٻانهيءَ تي، من ٻه ڪا ٻاجهه پوئي،
من ٻه ڪا ٻاجهه پوئي، شال سدا شاهي وسئي.

۱ ـ سگ نه سياپو ساهيان، ازلئون گولي آهيان،
ٻاند ڳچيءَ ڳل پايان، من ٻه ڪا ڪهل پوئي.

۲ ـ ڏوهه ڪيا تم يار، توبه تو در زاري،
نيڻ وهن ٿا جاري، من ٻه ڪو ترس پوئي.

۳ ـ درد هجر جو تاريو، واڳ وصل جي واريو،
ڳٽتين تنهنجن ڳاريو، من ٻه ڪو رحم پوئي.

۴ ـ شال جواني ماٽي، پيهه پرين اڄ ٻاٽي،
روز پئي هيءَ ٻاڏائي، من ٻه ڪا مهر پوئي.

۵ ـ 'ڪوجهي' توڙي ڪاري، لعلن تنهنجي لاري،
ساجن ڪر سرداري، من ٻه ڪو قياس پوئي.





Scanned with CamScanner

# ڪافي

٨٣

ٿلهه : ٻول وي ڪانگل ٻول پيارا، ٻول سدوري ٻولي الا.

١ - ڪَهه ڪَهه ڪانگا سچ سچ آکين، يار ڏنئہ ڪا گولي الا،
هيڙي ڪائي وصل دي تياري، ڏيک رهي هان ڏولي الا.

٢ -.يار دي خاطر جوڳڻ ٿيسان، چاهون پاتم چولي الا،
پريم وچون مين پينگها اڏيسان، لعل نون ڏيسان لولي الا.

٣ - مين تہ اياڻي عشق نہ چاڻا، بيحد ٻالي ڀولي الا،
ساجن آکي ساڻي ٿيسي، سڀ ڪا هوسي سولي الا.

٤ - دشمن مين نون دڙکي ڏيندي، ساعت باقي ٿولي الا،
الله ايوين شل نہ ڪريسي، گهوٽ اُتون مين گهولي.

٥ - حضيري صورت خضيري چماري، قادر دعا تہ قبولي الا،
باغ بهاريا هوسي ڍولڻ، نال سموري ٽولي الا.

٦ - متان 'ڪوجهي' ماندي ٿيوين، وصل دي هوسي.ٻولي الا،
ڇٽ درازي وسدا رهيسي، جهل جهل آسي جهولي الا.



## ڪافي

۸۴

ٿلهہ : ٻلي عشق آئين ٻلِيءَ جي تون ٻاٽي،
ڏاڍو ٿورو لائيہ، الله پاڪ ڇاٽي،

١ ـ برهہ باهہ لاتي، سڙي هوڏ هستي،
اهو قرب ڪيڙو، سخي پير سياٽي.

٢ ـ برهہ تنهنجي آئي، ويا وهم خطرا،
ٻوڙيہ دين دُئي جو، سچو غير ڇاٽي.

٣ ـ خودي غرق ٿيڙي، خدا مون سڃاتو،
صورت تي صورت ڪي، پاٽهي پئي سڃاٽي.

۴ ـ صفاتي هُڏي جو رهيو ڪونہ قطرو،
آنا هوَ آنا هُو، بچي ذات آٽي.

۵ ـ ٻُلي پاڻ ڪي مون، بندو تي چوايو،
هُيس شاهہ اصلي، آهيان سوئي هاٽي.

٦ ـ آيم ياد 'ڪوجهي'، پيم سير سانگو،
ڇڏيم ڏيهہ پاٽهي، عُذر ڪٽڪ داٽي.



# ڪافي

## ٨٥

ٿلهه : پينر ڏيو واڏايون، وسيا ٿـم وٿاڻ،
برهه سان بهاريا، پُليءَ جا تہ پاٽا.

١ ـ سفر ويا مسافر، وري سي وريا گهر،
واليءَ ڪئي آ واهر، آيا ٿـم اباٽا.

٢ ـ ڪٽي سر جواني، وريم يار جانـي،
پسي سا پيشاني، ٿريا نيڻ نماٽا.

٣ ـ پينر ٿي بهاري، چمـن ۾ چوڏاري،
سڄڻ ڪئي ستاري، ٽڙيا گل ڪوماٽا.

٤ ـ ڪرم ڪانڌ ڏانهن ٿيو، جڙي آيتُ سنئون ٿيو،
سڄو ساز نئون ٿيو، اڏيا ٿـم اڏاٽا.

٥ ـ قـاتل پـنهنجون جايـون، وري وَر وسايُون،
'ڪوجهي'ڪي واڏايون، قرب ٿيا شهاٽا.



# ڪافي

## ٨٦

ٿلهه : پينر اوهان مون ڪا آهي، هلندي ڪيچ جا ڪاهي،

١ ـ ناتو اسان جو ازل ڪون، ڪيچ ڏٺي سان الا لا،
جيڏيون پنيور سان چاهي. هلندي ڪيچ ...

٢ ـ وات سچي سُچ سُچائي، اڻ ڏٺ جوڪا الاهي،
تر بر سر مٿي ساهي. هلندي ڪيچ .....

٣ ـ سکڙا پنيورين وي ميان، ساٿي ڪين سي ٿيندا،
بار غمن جا آٿائي. هلندي ڪيچ ....

٤ ـ عشق پنهل جو اٿانگو، سر ست بازي الا لا،
سانگ مٿي سر جو لاهي. هلندي ڪيچ .....

٥ ـ جيڪا ويئي سا ويئي، موٽڻ مول نہ تنهنجو،
لوڪ لاڳاپا گنوائي. هلندي ڪيچ .....

٦ـ 'ڪوجهي' رسي ڪيچ سائي، ترڪون تارڪ جائي،
جان ڪُڏي جا جلائي. هلندي ڪيچ .....



# كافي
## ٨٧

ٿلهه : پيرو ڪيئن مان پچان، قول ڪياهم ڪانڌ سان.

١- واعدا پڌاهم ور سان ويهي،
يـاد اٿـم سـي اجـان.

٢ ـ محب جون مُهران لکين ڪروڙين،
ڪهڙيون مڃي ڪهڙيون ميڃان.

٣ ـ نينهن جو ناتو توڙ نڀائيندس،
روهه هـجـن ڪـي رُحـيان.

٤ ـ وڪڙي وڌائيندس 'ڪوجهي' اڳتي،
پـيـر نـہ پـٺـتـي ويـجـان.



# ڪافي

## ٨٨

ٿلهه : تو تي لال اسان جي لاج سڄي،
سهڻا لڄ ڏٺي، ڪر ڪيم لڄي.

١. عشق امانت ڏاڍي ڀاري، فلڪن ڪيڙي توبهه زاري.
مَلڪن ڪون پڻ ڪانهه ڪڄي.

٢ ـ فلڪ مَلڪ، جو بار نه چاتو، اسين چُمي، سو سيني لاتو،
آدم ويڙو ڪين ڊڄي.

٣ ـ آدم کي شيطان ڀُلايو، لطف الاهيءَ تنهن کي بچايو،
رحم ربي ويو ڪيس پُڄي، موذي ويڙو دُور ڀڄي.

۴ ـ ڏوهه ڪون آدم ڪونه هو واندو، آءٌ به ته رانجهن، آدم زادو،
بخش ڀلا ڀُلڪار سڄي

۵ ـ ڏوهه اسان جو ڏاج ڏاڏاڻو، لطف اوهان جو شان شاهاڻو،
لطف سان ويندا ڏوهه ڇڄي.

٦ ـ ساهه سڪي ٿو تولءِ جاني، منڙو ماندو دلڙي ديواني،
وَرُ وَرُ، پيو ٿم جيرو جهڄي.

٧ ـ وَرَ ڏنهن هاتف آندي وراڻي، ماندي نه ٿي تون 'ڪوجهي' نماڻي.
يار ڪندو توکي ڪيم لڄي.



# ڪافي

۸۹

ٿلهہ : تون تہ سخي سهڻا، لوڏارين ٿو،
تہ بہ آءٌ مٺا، تنهنجي بلي آهيان.

١ـ لالن توسان ازل جون لاوان، ٻول ٻَڌا تہ وسارين ٿو،
تہ بہ آءٌ تہ ڳچيءَ تنهنجي ڳلي آهيان.

٢ ـ هيڪر آيس وري نہ ويندس، ڏَڻَ مون تون تہ ڏڪارين ٿو.
تہ بہ آءٌ تہ ڏنار تنهنجي گلي آهيان.

٣ ـ ٻولن ٻڌڙي اصل اوهان جي، هاڻ جي نہ سنيارين ٿو،
تہ بہ ڪانڌ آخر تنهنجي ڪلهي آهيان.

۴ ـ چاهڻ وارا توکي چڱيرا، 'ڪوجهي' ڏي نہ نهارين ٿو،
تہ بہ آءٌ تہ سهڻا، تنهنجي پلئہ آهيان.



# ڪافي

## ٩٠

ٿلهه : تنهنجي سڄڻ تنهنجي هان، ميري توڙي مندي هان،
تنهنجي نہ ٻي ڪنهن جي هان، گدلي توڙي گندي هان.

١ - ماڻهو ڏين ٽا مهڻا، سي ڳل ڳچي جا ڳهڻا،
تو ڏنهن ٻانيان سي سهڻا، شڪر و خوشي ڪندي هان.

٢ - چونم تون ههڙي ههڙي، بيشڪ چوان مان اهڙي،
جهڙي آهيان بہ تهڙي، مان يار تو سندي هان.

٣ - هڪ راز تنهنجو چاهيان، ٻي تانگهہ ۾ مان ناهيان،
رنجش تنهنجي ڪنا مان، ڏڪندي ۽ ڇرڪندي هان.

٤ - تو ڏنهن سدا ٻلائي، مون ڏنهن سدا لڳائي،
ههڙي حال ڪون مان جائي، دلدا ر شرمندي هان.

٥ - هيءَ ناز ٿم نيارو، مرشد سچي سچارو،
رب جو هي لطف يارو، جڳ ۾ مان مرڪندي هان.

٦ - 'ڪوجهي' توڙي هان ڪاري، سهٽل تنهنجي هان ساري،
بيڪار هان بيڪاري، موليٰ تنهنجي بندي هان.



## ڪافي

### ٩١

ٿلهه : پهچ شاهه عالي، سخاوت جا والي،
سخي در سوالي، وڃي ڪونہ خالي.

١ - سدا تو چيو ٿي، تہ گهُر جيڪي گهرجيئي،
سڄڻ ٻيو نہ گهرجي، مان تنهنجو سوالي.
٢ - آهيان يار تنهنجي، اصل ڪون خلاصي،
ازل ڪان مان تنهنجي، پرين پرت پالي.
٣ - ڪا ڪنهن جي ڪا ڪنهن جي، اصل ڪون مان تنهنجي،
نِنديئي ئي ڏني تو، پنهنجي عشق پيالي.
٤ - چوين ڳاهي پياري، سڏين ڳاهي ڏاري،
توبہ يار زاري، عجب تنهنجي چالي،
٥ - تون ئي گهوٽ گهرجين، ڪوئي ٻيو نہ گهرجي،
مان تنهنجي پياسي، مان تنهنجي موالي.
٦ - عجب تنهنجي ياري، سدا ريت نياري،
ڪڏهن تون جمالي، ڪڏهن تون جلالي.
٧ - اڃي يار هڪ ٿي، وري نا جُدا ٿي،
وصل سان سڄڻ ڏي، هجر کي نيڪالي.
٨ - گهڙي نا گهڙي ڪو، سخي پاڻ ڏيندو،
سخيءَ جي سخاوت، اصل ڪون نرالي.
٩ - 'ڪوجهي' تون سهڻل جي، سهڻل تنهنجو ڪوجهي،
توکي هيءَ بشارت، سوالي نہ خالي.



ٿلهہ : پيالو پرين پياريو، مستان ڇو نہ ٿيندس،
جلوو حسن ڏيکاريو، حيران ڇو نہ ٿيندس.

۱. گهر پيهي گهوٽ آيو، جنهن گهورَ سان گهايو،
هوش عقل وڃايو،ديوانڇو نہ ٿيندس.

۲ ـ ڏسندي ئي نينهن لاتم، ڇمي عشق سر تي ڇاتم،
ذوقون زُنار پاتم، صنعان ڇو نہ ٿيندس.

۳ ـ نينان ڪٽي سي ڦهري، کوڙي ويو تير جگري،
غمزن ڦٽي آ دلڙي، بي جان ڇو نہ ٿيندس.

۴ ـ ڏاڍي عشق آگ لاتي، قطرو سڙيو صفاتي،
شعلو پسيو مون ذاتي، پروان ڇو نہ ٿيندس.

۵ ـ لائق نہ هئي نماڻي، هي وڙ ڪيائون پاڻيهي،
اهڙي قرب تون مان جاني، قربان ڇو نہ ٿيندس.



# ڪافي

## ٩٣

ٿلهه : پهچ اچي ميهار، سير ۾ سهڻي.

١ - رات انڌاري هيڪل ويچاري، توهه تنهنجي آڌار.
سير ۾ سهڻي.

٢ - واءُ اٿائو سير تڪي ميان، بادل شور غبار.
سير ۾ سهڻي.

٣ - تري ٻه نه چاٽان گهڙو ٻه ڪچو ميان، ڪين رهايو ڪنيار،
سير ۾ سهڻي.

٤ - محبت موڻ ڪون ڏئي ميان، برهه ڪيو بيچار،
سير ۾ سهڻي.

٥ - پنڙا پوڙين پاهڻ تارين، اهو اٿم اعتبار،
سير ۾ سهڻي.

٦ - سهڻي توڙي ساجن 'ڪوجهي'، رس اچي ميهار.
سير ۾ سهڻي.



ٿلهه : پانڌي پنيان يار ڪاڏي، پاڻ پاروچل آهيان.

١ - ونحن اقرب وي، قول سچارو الا،
تاهه وڏا پيو تو تاهيان، پانڌي ....

٢ - عاشق مان هان وي، معشوق مان ئي الا،
قاصد ڪاڏي پڄايان، پانڌي ....

٣ - پاڻ ڏسڻ ڪاڻ آيس، پنهنجو تماشو الا،
رنگڙو ويٺو رچايان، پانڌي ....

٤ - من خدايم، انحق پولي الا،
اڏني حڪم هلايان، پانڌي ....

٥ - محبت سانگي، نوي خاڪي جا مون الا،
نالو 'ڪوجهي' سڏايان، پانڌي ....



# ڪافي

## ٩٥

ٿلهه : پلپل ساريان شام کي، منهنجو آيو کي آيو.
ڪين ڇڏيندو سام کي، ڪندو لايو تہ سجايو.

١ ـ آءُ تہ لڏي اڄ لاڏلا، تنهنجيءَ طلب گهڻو تايو.
منهنجا دامودر دادلا، ڪر سيگهہ اچڻ جو سعيو.

٢ ـ موهن مرليءَ واڙو، مون سان نينهڙو جنهن لايو.
ايندم لهندم حالڙو، اڄ سيج اوهين ٿاهيو.

٣ ـ دلڙي دوڙ نہ دوارڪي، وري شامن هٿ ڇايو.
مهر ڪري سنسار تي، تنهن رُوپ سخيءَ پايو.

٤ ـ دعا ڪريجو گوپيون، رهي قائم هي سايو.
راڌا وانگر شام جو، هجي 'ڪوجهي' تي رايو.



# ڪافي

## ٩٦

ٿلهه : جيئن صالح شه سخي، سھڻا شاھ جيلاني لجدار لکي.

١ - راڻيپور تو شاھ وسائي، مير ! مُلڪ ۾ نعرو وڄائيءَ،
ساري جهارن جا مهندار مکي.

٢ - ڏاج اوهان جو شاهي پيري، تنهن ۾ گڏي تو سھڻي فقيري،
تو وک وڏائي واھ رکي.

٣ - واھ محبوب، جامون پايئہ، پوش عشاقي تنهن تي لڳايئہ ،
دردون نيهي نار دکي.

۴ - عرض سسئيءَ جو شاھ، اُنايئہ، ڪٺي تہ پنيورين ڪيچ رسايئہ،
ريءَ پنهل هان يار ڏکي.

٥ - ڳارو ڳچيءَ ۾ "ڪوجهي' آهي، نال هٿين شهه ڏي پهچائي،
سات ملي ٿيان يار سکي.



# ڪافي
## ٩٧

ٿلهہ : جنين کي ٿي ساريان، الله تن کي آٿي،
ساريو جن سنڀاريان، ماريو تن جي ماٺي.

١ - جنين جيءُ ٿو تانگهي، جيان تن جي سانگي،
مرڻ ٻيي انهن لاءِ، الله پاڪ ڄاٽي.
٢ - اکين لاتي جهم جهم، وسن نيڻ ٽم ٽم،
سڪي ساهہ جي لئہ، اڇن شل هاٽي،
٣ - پرين لہ پڪاريان، واٽون ٻيئي نهاريان،
ڪري روح راڙيون، تانگهيو دل ٿي تاٽي.
۴ - ڪانگل ٿي اڏايان، فالون ٿي وجهايان،
آٽي شال مولي، ٻورل منهنجي ٻاٽي.
۵ - لکين هت لڳايون، ڪروڙين ڪچايون،
ننگي شال ننگڙو، ٻنهنجو ڪو سجاٽي.
٦ - ملڻ جي مهل آ، پرين ٻئي کهل ڪا،
اچن شال هاٽي، چون نا سياٽي.
٧ - حجت ڪيهي تن سان، ٻانهپ ٻولي جن سان،
ليلايو ليلايان، آزي شل اگهاٽي.
٨ - ليکين يا نہ ليکين، 'ڪوجهي' تنهنجي ليکي،
اسان نت دعاگو، سدا جواني ماٽي.



# ڪافي

## ٩٨

ٿلهہ : جڳائي نہ جيئَري، جڏيءَ سان جدائي،
ناهي پـروسـو ڪو، دمن تي سدائي.

١ ـ جي پي هيءُ جئندو، جڏو جيءُ ڪيڏو،
پٽي ڏينهن دم جا، ٿيو حال پائي.

٢ ـ اول ڏيئي دلاسا، ڪسيئہ هوت دلڙي،
هينئر ناهہ واجب، ڪرڻ بي وفائـي.

٣ ـ جئن پي تون ريجهين، تئن تو ريجهايان،
ڪٿي ريجهہ راڻا، وسئي شال شاهي.

٤ ـ گهڻا سال ڪاٽيم، هجر ۾ پيارا،
ڏيندم بخت وارو، سُورن لئہ هان ڇائي.

٥ ـ ڪيئہ قول سهڻا، وٺيئہ ڪانہ 'ڪوجهي'،
جيئڻ اهڙو ٻن پيو، يڪي ڏي رهائي.



# ڪافي

٩٩

ٿلهه : جيئَري لاهه زنجير، مٺي پڇاڙا ڪير تو ڄاڻي.

١ - تُوڙ حجاب حياتيءَ اندر،
اٿم ايها اڪير.
٢ - سال گهٽيڙا ٿيا تہ تڪيندي،
لاهه فراق فقير.
٣ - ويسهہ ڪونهي يار ! وهي تي،
هاڻي اچي مل مير.
٤ - ڪونہ زمانو بوتي اندر،
ڪر آزاد سير.
٥ - مرڻ ۾ مهڻو ناهه پيار،
مُو تُو مار امير.
٦ - ويل پڇاڙي ڪهڙو ميلو،
وصل اِڃي ڏي وير.
٧ - ناهه لکيو جي لوهه قلم ۾،
ڦير ڪٽي تقدير.
٨ - 'ڪوجهي' جو آ عرض ايهوئي،
مڃ قبولڻ مير.





Scanned with CamScanner

# ڪافي

## ١٠٠

ٿلهہ : جت ڪت قبول جاني، جلوہ جمال تنهنجو.
ساري جهان ۾ ثاني، ناهي ڪو لعل تنهنجو.

١ - ڪون و مڪان ۾ تون ئي، موجود ناهي ڪوئي،
ساري خدائي سهڻا، آهي خيال تنهنجو.

٢ - عرش علي بہ تون ئي، اَرض سَما بہ تون ئي.
ڪثرت تنهنجو ظهورو، در در وصال تنهنجو.

٣ - ڪرشن ۽ رام تون ئي، احمد، علي نہ ٻيوئي.
در در تنهنجي آہ صورت،هيءُ ڪُل ڪمال تنهنجو.

٤ - بشري ڪري بهانو، پولي وِڌءِ زمانو.
رب لاشريڪ تون ئي، ڪونهي سيال تنهنجو.

٥ - محبت جي يار سانگي، ڏيرو دراز لاتئہ.
ڇايو نہ ڪوئي ڇمندو، ثاني مثال تنهنجو.

٦ - بختين اسان جي آئين، جڳ ۾ قبول جاني.
'ڪوجهي' سدا تي چاهي، پوتار ! پالُ تنهنجو.



# ڪافي

## ١٠١

تلهہ : جنين لئہ ٿي جاڳان، اهي ڇو نہ ايندا.
سخي جن جو نالو، اڏيو سي اڏيندا.

١ - ڪٽي تون ٻهاري، تڪي ڪر تياري،
سڄو گهر صفا ڪر، پيهي پاڻ ايندا.
٢ - سگهو سيج ٺاهج، وٺي ور وهارج،
هيڪر هوت آيا، وري سي نہ ويندا.
٣ - دليون ڪر تون خدمت، محبت ساڻ محنت،
ڪندا پاڻ شفقت، ٻنا ڏاڻ ڏيندا.
٤ - پرين جان پڌاري، سيئي ڇڏ وساري،
سندن ٿي خلاصي، ورهہ پوءِ وندڙيندا.
٥ - تڙين جان تون آيو، وڃي پوءِ ويڇو،
سڄڻ پوءِ توسان، رلي هڪ ٿيندا.
٦ - اول سڪ فنائي، تنهان پوءِ بقائي،
اها رمز رانجهن، پاٽيهي پيا ڏسيندا.
٧ - 'ڪوجهي' جنهن اوجاڳو، سدا سو سياڳو،
پرين تنهن ڪيٰ پاٽون، ڇنيو نا ڇڏيندا.



## ڪافي

۱۰۲

ٿلهه : جيئي رانجهن پيارو، شاهه درازن وارو.

۱ - دم دم آزي ڏٽي ڪي، حضري عمر ڏي سخي ڪي،
سدا رهي شل سوڀارو.

۲ - بازار برهه جي سدائين، گرما گرم رک خدايا،
سر سبز ساقي ڀاڄهارو.

۳ - دائم قائم ساقي، هر دم آباد ميخان،
جام هلي نت جالارو.

۴ - جيوي جانب جيوي، لک لک لالن ٿيوي،
شان عزت ۾ واڌارو.

۵ - روز قيامت تائين، شل وسيئي بادشاهي،
نيهي وڃي نت نقارو.

۶ - باغ اندر نت بهاري، شاد سدا شل ماهي،
ڇهه ڇهه هميشہ چوڌارو.

۷ - جڳ جڳ جئين پيارا، قربان 'ڪوجهي' اوهان تون،
صدقي تولڙو سارو.



# ڪافي

## ١٠٣

ٿلهه : جا جا صبا صنم ڪو، لي ڪر پيغام ميرا،
ميري يار ڪو بتادو، حال تمام ميرا.

١ - جا در حضور عالي، شاهه دراز والي،
نياز و ادب سي ڪرنا، سجده سلام ميرا.

٢ - دم دير نا وي ڪرنا، اُڙجا صبا تو جلدي،
ڪهه دي تو خوش زبان سي، سارا ڪلام ميرا.

٣ - تم هو نه هو هماري، مين هو ڇُڪا تمهارا،
تيرا در ڪبي نه ڇوڙون، يهي انجام ميرا.

۴ - دل ڪي يي آرزو هي، سن لي سخي دلارا،
ياداش عاشقون مين، لک دي تو نام ميرا.

۵ - آجا ميري ٽڪاني، ويران دل بسالي،
قدمون مين يا بُلاڪي، ڪردي مقام ميرا.

٦ - مدت سي آرزو هي، ڪهه دي سخي دلارا،
" 'ڪوجهي' مين شاهه تيرا، تون هي غلام ميرا.



# ڪافي

## ۱۰۴

ٽلھ : جپ نام ست نام، جپ نام ست نام،
جپ نام سخي ست نام سخي.

۱ - آهي محب منهنجو منٺار سخي،
آهي دل گهريو دلدار سخي.
دلدار سخي منٺار سخي، جپ ....
۲ - آهي سايو تنهنجو هر وار سخي،
ساري جڳ مَنئون جڳتار سخي،
جڳتار سخي هر وار سخي، جپ ....
۳ - آهي عشق سندو اوتار سخي،
منهنجو ڪان ڪَنيو ڪلتار سخي،
ڪلتارسخي اوتار سخي، جپ ..
۴ - مون ڪان دم نہ ٿيءُ هڪ ڌار سخي،
لهہ سار اچي تہ سنيار سخي،
ٿيءُ نا ڌار سخي لهہ سار سخي، جپ....
۵ - آهي منهن جي 'ڪوجهي' جو سينگار سخي،
ساري سأت سچي جو سردارسخي،
سردار سخي سينگارسخي، جپ ....



# ڪافي

۱۰۵

ٿلهه : ڇٽيو سي ناچائي هون، رڳا پوش بشر دا پائي هون.

۱ ـ سير ڪرڻ دا پيوسي رايا، عرشون آ ڪي ارض وسايا،
انا احـمـد آپ الايا، احدون عبد سڏائي هون.

۲ ـ جوش برهه دا اسان نون آيا، صورت دا چا ساز بنايا،
آپ دُئي دا سبق پڙهايا، آپي آپ پلائي هون.

۳ ـ ڪٿان جوڳي آڻ بٹيوسي، ڪٿان رندي پوش ڪتوسي،
ڪٿان سبق نماز سليوسي، ڪٿان تلڪ لڳائي هون.

۴ ـ ڪٿان شريعت راهه بتائي،ڪٿان رومي رمز رچائي،
ڪٿان انحد بين بجائي،ڪٿان سوليءَ سيج بٹائي هون.

۵ ـ ڪڏان موسيٰ نال هيوسي، ڪڏان حلاج عطار ٿيوسي،
ڪڏان 'ڪوجهي' آڻ بٹيوسي، ڪک پن آپ سمائي هون.



# ڪافي

## ١٠٦

ٿلهه : جهوڪ وساوين، سوڊل سياڻا،
تئين بن ساڏا، حال نماڻا.

١ ـ سال گهٽيري ڪيتا لوڙيم، اپڻا ڪيتا آپي لوڙيم،
هڻ تہ لاڳاپي سڀئي تـوڙيم، ول ول ڪرندي ڪِتِ دا ماڻا.

٢ ـ ڳيا گذر وو دوست زمانا، جنهن دا ڪيتا هوئي هٽ نہ بهانا،
اڃا تہ نہ ڇوڙيئہ وطن بيگانا، ڪڏڻ وسين سين ول تہ وتاڻا.

٣ ـ ڏوهہ ڪنون نہ ها آدم واندا، مين بہ ساجن آدم زادا،
بخشڻ ڏوهي مرڪ تساڏا، ڏوهہ اساڏا ڏاج ڏاڏاڻا.

٤ ـ مين تہ ڪيتي وو ڏاڍي ڏنگائي تَنئِتي مناسب ڪرڻ عطائي،
عيوض ڪيها نال سپاهي، تون ڪرين وو قرب شهاڻا.

٥ ـ قول ڪوهيارا اپٽي پاڙين، ڏوهہ اسان ڏي ساري وسارين،
هُڻ چا 'ڪوجهي' آپ سنوارين، وس تہ تيڏي هان رانول راڻا.



# ڪافي

## ١٠٧

ٿلهہ : چوڏس ڪَئي چانڊاڻ، وي ماهي يارو،
نيـنـهـن ڪيو جڳ روشـن.

١ - عشق اُجاريا برهہ جا پانڊا، وٽڙا وِرهہ وَٽاڻ،
وي ماهي يارو.

٢ - نينهن نوازي دراز جي ننگري، برهہ وسايا پاڻ،
وي ماهي يارو.

٣ - مست پيالا محبت والا، عشق جي الفي ساڻ،
وي ماهي يارو.

٤ - سوز جو سُرندو نينهن نقيلان، محبت جا مانڊاڻ،
وي ماهي يارو.

٥ - شوق 'ڪوجهي' جي شور مچايا، محبت ناهي ماڻ،
وي ماهي يارو.



# ڪافي

## ١٠٨

ٿلهه : چئو ڪين مونکي انسان، آهيان سبحان سچو.

١ ـ احدون آئي عبد سڏايم، رائي پنهنجي ارض وسايم،
عرش اسان جو مڪان، آهيان .....

٢ ـ پاڻ لڪايم جامون ذاتي، چاهون چاتم ساز صفاتي،
صورت جو سلطان، آهيان .....

٣ ـ ڪاٿي ڪرشن ڪانُ چوايم، ڪاٿي لڇمڻ پاڻ سڏايم،
رام ڪٿي رحمان، آهيان .....

۴ ـ ڪاٿي پائو پانيڻ قاضي، ڪاٿي مُلان نيڪ نمازي،
رند ڪٿي مستان، آهيان .....

۵ ـ عشق منجهارون عبد ڪهايم، نالو 'ڪوجهي' پاڻ ڌاريم،
نام نڪو نيشان، آهيان .....



# ڪافي

## ١٠٩

ٿلهه :چئُہ چئُہ ادا، تون چنبڙا، اڄ يار ڇو نہ آيو،
ڏکڙا گهڻا مون ڏنڙا، غم ٽار ڇو نہ آيو.

١ - دم دم ڪريانٿي دانهون، آهُنِ مٿي ري آهون،
چئہ چئہ اي ماهه منڙا، منٺار ڇو نہ آيو.

٢ - پل پل پرين پڪاريان، ساريو سڄڻ ٿي ساريان،
دل جا چڪن ٿا ڦٽڙا، دلدار ڇو نہ آيو.

٣ - ٿر بر رُلي رهي هان، جهاڳي جبل ٽڪي هان،
ڏاڍا مون سور سٺڙا، ڪوهيار ڇو نہ آيو.

٤ - مون ڀِر ڪو گڻ نہ هيڙو، پاڻون ڪنيائون ننگڙو،
پنهنجا سڃاڻي ننگڙا، ننگدار ڇو نہ آيو.

٥ - مون ٿي چيو تہ 'ڪوجهي'، ساجن سڏيو ٿي سهڻي،
هي هي سٽي هي سڏڙا، ميهار ڇو نہ آيو.



# ڪافي

١١٠

ٿلهہ : چنڊ ادا ڇئو ڪي ڏسين ٿو، تون منهنجي دلدار کي،
ڇئو ڏسي آهي ٻہ ڪا، منهنجي يادگيري يار کي.

١ ـ دوست منهنجي جو سدا ديرو دراز ۾ وسي،
ڪيئن ٿو ٿلي ڇا ٿو ڪري، ڏس ڪي ادا، بيچارڪي.

٢ ـ وس ويچاريءَ جو پُڇي، تان هوند مان اڏري وڃان،
پَر پکيءَ وارا ڪونہ ڇايا، هاءِ هئي نادار کي.

٣ ـ دل گهٽيرو دوست ڏي، دم دم ادا، ڊوڙي وڃي،
چپ نہ ڪن اکڙيون ادا، مانديون سدا ديدار کي.

٤ ـ چنڊ ادا، ڪي ٻول تون، ڇو چُپ چُپاتيءَ ۾ رهين.
نينهن نياپو ڏي نذر جو، من گهري منتار کي.

٥ ـ غم نہ ڪر 'ڪوجهي' ادي، ڪو ڏوهہ ڪونهي چنڊ جو.
ڪيئن ڏسي چمڙو ادي، سورج سچي سردار کي.



# ڪافي

## ١١١

ٿلهہ : چهہ مي پرسيد اي ياران، که من خود را نمي دانم،
نه من ڪافر يهوديم، نه گبر و مسلمانم.

١ - نه من سندهي، نه من هندي، نه ڪشميري نه بلخندي،
نه من از خاک مروندي، نمي دانم ڪجا خانم.
٢ - هم خانہ بود خانم، همہ جا بود جايم،
ولي بي خانہ بي جايم، ندانم چيست آشيانم.
٣ - نہ از گردم نه از آبم، نه از آتش نه از بادم،
نه ملڪم نه جن و آدم، چہ باشم هاي حيرانم.
۴ - نمي دانم ڪہ من شي ام، نه واقف زين که لاشي ام،
درين حيرت که من ڪي ام، چو سرگردان پريشانم.
۵ - نه مادر نه پدر باشد، نه دختر نه پسر باشد،
نه زاده نئي مرا زايد، از اين بهتان بيگانم.
٦ - نه پيدايم نه پنهانم، نه حيوانم نه انسانم،
نه من اينم، نهہ من آنم، سراسر سر سبحانم.
٧ - مرا 'ڪوجهي' مگو يارو، از سرتاپا حُسن ذاتم،
شدم ظاهر بَه اين نامم، و ليڪن شاهہ شاهانم.



# ڪافي

## ١١٢

ٿلهه : ڇاڪون ڪونہ سمايئن عرشن ۾،

اڇي شور مچايئي ارضن ۾.

١ - خاڪي پائي سهٽل چولو، ملڪ پنهنجي ۾ وِڏڙء رولو،

ڪانہ اڪ پڏء مَلَڪن ۾.

٢ - مذهب پاتون پات ٻٽايئي، گهر گهر ۾ ذات سڏايئہ،

زور رکيء ڪئن فرقن ۾.

٣ - فلڪ مٿي هڪ ميم رلايئہ ارض مٿي پيو ميم وڌايئہ.

ملڪ منجهايئي ميمن ۾.

٤ - انحق اذني پاڻ الايئہ قاضي ٻٽي پڻ ڪات سنيايئہ.

زور پڏء ڇو خونن ۾.

٥ - پاڻ رسولي باغ ٻٽايئہ، پاڻ ئي ڪربل ڪِيس ڪرايئہ،

ڏوهہ وڌء ڇو ڪوفن ۾.

٦ - ڪاتي سهٽو شاهہ درازي، ڪاتي 'ڪوجهي' عجز نيازي،

بيرنگ آيو رنگن ۾.

ٿلهه : ڇو ٿو وچين وٺڪار، تو منجهه ڏيرو دوست جو.

١ - مسجد مندر مٿرا، ڪاشي، پيٽ آ بيڪار.

٢ - مذهب فرقو ڪوڙيون ڳالهيون، ٻوٽو ٻيائيءَ ٻار.

٣ - قول قرارو نَحن وارو، دلبر پاڻ نہ ڌار.

٤ - ورد وظيفو تسبيحون مالها، ڇڏ هيءَ ڪيڏ مڪار.

٥ - پنهنجي اندر پايو جهاتي، سيني منجهه اسرار.

٦ - ڏُور وسين ڇو 'ڪوجهي' پياري، قلب اندر ڪلتار.



# ڪافي

١١٤

ٿلهہ : ڇاڪـون جلد ڇڏي وئين مـنـا، ادا احـمـد علي دلدار مـنـا.

١ ـ ويل نہ هُئي هيءَ دوست وڇڻ جي، هُيــڙي ضـرورت تنهنجي رهڻ جي،
ڇاهون ٿئين بيزارمٺا، ادا احمد علي ....

٢ ـ ڪنهن ڪـون سڪئين هي بي پرواهيــون، ڪين ٻڌءِ سڀ آزيون آهون،
روئيندا ڇڏيئہ سڀ يار مٺا، ادا احمد علي ....

٣ ـ هيـــٺَن نہ جڳائي تـوکي جدائي، دوست ڇڏڻ سڀ ٽولي پـــائي،
ٽولي سندا سينگار مٺا، ادا احمد علي ....

٤ ـ قول ڪيئہ جي، هڪ بہ نہ پاڙيئہ، محبت جو ڪيئن ننگڙو وساريئہ،
هيءَ نہ عشاقي ڪار مٺا، ادا احمد علي ....

٥ ـ چاهي رڳي تو پنهنجي ڇڳائي، ڳاڻ نہ ڪيئہ ڪنهن ٻئي جي بہ جائي،
خود غرض ٿئي، ٿئين ڏار مٺا، ادا احمد علي ....

٦ ـ ڊوڙي اچي ميـان، سڪ سمـهين پيئين، پنهنجي پرين جي پاڪ پيرن ۾،
ٻي بہ لڌءِ ڪا سار مٺا، ادا احمد علي ....

٧ ـ ڏينهن سـمـهـڻ جا يار گـهـٽـائي، هاڻي اٿي ميـان، جاڳ بہ جائي،
قول اچي پنهنجا پاڙ مٺا، ادا احمد علي ....

٨ ـ محبت صدقو دوست پيارا، عرض 'ڪوجهيءَ'، جو پيــو ڪج يارا،
در سخيءَ دلدار مٺا، ادا احمد علي ....



ٿلهه : حج عشاقان شاهه درازين.
معاف مڪي جو طواف ميان.

١ ـ رب مٺي جو رسول محمد، شاهه قبول رسول محمد،
ساڳيو، رسول قبول محمد، صورت ساڳي صاف ميان.

٢ ـ جلوو جوت جمال محمد، ساڳيو نُور ڪمال محمد.
شاهه سخي هر حال محمد، هرگز ناهي خلاف ميان.

٣ ـ بيت ربي عرفات مدينا، جدو هدو طائف مينا.
بيشڪ هي سڀ پاڪ زمينان، عاشق تئون پر معاف ميان.

٤ ـ احمد احد ۾ فرق نہ ڪوئي، شاهه درازي نُور هڪوئي.
سمجهہ اياڻا راز اهوئي، غير جو لاهہ غلاف ميان.

٥ ـ ناهہ خبر ڪا مُلين قاضي، 'ڪوجهي' ڪيها سفر ٿي سارين.
ڪعبو قبلو شاهه درازين، دور ڪشالا قاف ميان.



# ڪافي

١١٦

ٿلهه : حجت هوتن سان ناهي، پانهپ جي آهه ٻولي،
سينو ڙي ڪير ساهي، گولين سندي هان گولي.

١ - محبت سچي مهانگي، سر ڪون ناهي سهانگي،
راهه خدا اٽانگي، وحدت جي واٽ اولي.

٢ - زاري هزار واري، سڄڻ جي در تي زاري،
مَنَ ڀي اگهي نيزاري، اولي ٿئي ٻه سولي.

٣ - تون تان سخي سچارو، ڏاتار ٻاجهه وارو،
ڀَرپُور تو ڀنڊارو، ٻرهون ڀري ڏي جهولي.

٤ - سهسين ٿي رنگ لايا، راجهن ويٺي ريجهايان،
لاهيو ڪڏي نه لاهيان، چاهون ڪيم جا چولي.

٥ - نينهڙو لائي نه ڄاڻان، نان ڪي نڀائي ڄاڻان،
ڪنهن سان ڪرين ٿو ماٽا، پاڇڻ ته پالي پولي.

٦ - ٿر بر قري ٿڪي هان، جهنگ جهر رُلي چُڪي هان،
پلپل تڪي رهي هان، ڏيهن ڏٺي جي ڏولي.

٧ - پيهي اڇن جي هيڪر، گهوريان مان پاڻ جيڪر،
جهُولو لوڏيان مان هر هر، لک لک ڏيان مان لولي.

٨ - هاتف پيو پڪاري، ڏس تون اندر نهاري،
ساجن ٿو توڪي ساري، پُرجهي تون پيچ پرولي.

٩ - رُل ڪيم تون اياڻا، صورت سڃاڻ سياڻا،
دلبر نه ڏار پاڻان، ٻانهپ جي گهور پولي.

١٠ - 'ڪوجهي' توڪي واڌائي، صورت تو ۾ سمائي،
مرشد ڪري پلائي، ڪَڙڪي اندر جي ڪولي.

# ڪافي
## ١١٧

ٿلهه : دائم دل ۾ شاهه ولي، حيدر حيدر يا علي.

١ ـ احد علي ۾ فرق نه ڪوئي، نام نيارا نُور هڪوئي.
عشق جو شاهه امام هڪوئي، حيدر ........

٢ ـ فيض جو درياهه حيدر يارو، بن در حيدر اور نه چارو.
والي ڪوثر عشق جو سارو، حيدر ......

٣ ـ حيدر جي در آهيون سوالي، ڪونه ڇڏيندو ساجن خالي.
برهون ٿيندي اڄ برحالي، حيدر ......

٤ ـ عشق جو اصلي ڏاج اوهان جو، شاهي فقيري تاج اوهان جو.
لوڪ سڄو محتاج اوهان جو، حيدر ......

٥ ـ برهه بهاري شاهه ڏياريو، مُوتُوا ماري هان جياريو.
عشق جو پيالو هوت پياريو، حيدر ......



# ڪافي

## ١١٨

ٿلهہ؛ دولهہ مٺا درازي، اچ آ پرين تہ پرچون،

مچ لال، منت آزي، اچ .........

١ - ساجن اچي ٿي ساٿي، ننگڙو پنهنجو سڃاڻي،

راجهن ٿي هاڻ راضي، اچ ......

٢ - مون ۾ نہ ڏانءُ ليـاقت، ناڪي سهڻ جي طاقت،

ڪر پاڻ ڪارسازي، اچ ......

٣ - اصلون تہ حال ڪونهي، اچ ڀي افعال ڪونهي،

ڪر معاف حال ماضي، اچ ......

٤ - زاري سچڻ آزاري، توبهہ هزار واري،

مڃ مڃ آزي نياز، اچ ......

٥ - 'ڪوجهي' ڇٽي نہ عدلون، ڦيرو تون ڪرڪو فضلون،

ڇڏ تور ۽ تارازي، اچ ......



ٿلهه : درد مندن سان ڊولڻ سائين، ڪاهي قرب ڪجن ميان،
ڪاهي قرب ڪجن الا، دوست دلاسا ڏجن الا.

١ - لهرين ۾ آڻ تار ڪي، هٿڙا هوت ڏجن الا.

٢ - ڇڏجن ڪين ڇپار ۾، ورتيون نال نجن الا.

٣ - برهه سندي ٿي بيمار ڪي، پير پري پڇجن الا.

٤ - 'ڪوجهيءَ' عرض الله ڪي، حامي هوت هجن الا.



# ڪافي

۱۲۰

ٿلهہ : دمر دمر دي وچ تار ايهائي، دلبر دلبر يا سخي.

۱ ـ هادي هادي ورد همــــارا، هادي دي وچ جسـمر وســــارا،
تن من ٻولي نامر پيارا، دلبر دلبر يا سخي.

۲ ـ جانب ڏتــڙي جسم فنائي، هُڻ تا هوئي ذات بقــــائي،
رڳ رڳ اندر راڳ سدائي، دلبر .......

۳ ـ عـرشين فـرشين دلبـر پيـارو، ارض سـمــا تي شـاهہ دلارو،
هر هنڌ هر جا دمر دمر نعرو، دلبر .......

۴ ـ تابع ســري خلقت هوئي، جن، مـلائڪ بشــر مـڙوئي،
ڪک پن خود ڪرن ذڪر اهوئي، دلبر .......

۵ ـ جت ڪت ويکان نُور سـخي دا، بر بحـر تي نُور سـخي دا،
هر جا يار حضور سخي دا، دلبر .......

۶ ـ دلبــر ثاني اور نہ پـاوين، سـجدا 'کوجهي' تيڏا اتـاهين،
خالق مالڪ سر دا سائين، دلبر .......



# ڪافي

## ١٢١

ٿلهہ : دم دم اپنا يار ريجهاوان، ڏي ڪي مـنـڙيان لوليـان.
منڙيان منڙيان لوليان.

١ ـ سهسين سهسين ويس مٽاوان، جوڳي بن ڪي جوگ ڪماوان.
عـــشق دي الفي ڳل وچ پاوان، گـــيـــڙو رتڙيان چوليـــان.

٢ ـ راڳ ريجهـــاوڻ ڪيـــتي ڳاوان، ســـاز تنبـــورا طبل وڄاوان.
گـهنگهـرو پاڪي ڦيـريان پاوان، ڇم ڇم ڇيـريان ڇوليـان.

٣ ـ در دي گـــدائي چشـــمين چاوان، پاٿي پـــرڪي بار اٿـــاوان.
چاڪر بن ڪر چاڪ ڪمـاوان، گـوليـان دي مين گـوليـان.

٤ ـ جُڳ جُڳ سـهـڻـا جانب جيـوين، لعلڻ پيـارا لک لک ٿـيـوين.
رانجهن ريجهين جيـــوين تيـــوين، صـــدقي ڏوهين ٿوليـــان.

٥ ـ مين تان در تي پرت دا سوالي، تون تان سـهڻل عشق دا والي.
صـدقي حـيـدر ڇوڙ نہ خالي، پـر پـر ڏيوين جهـوليـان.

٦ ـ نام علي دي دلبـــر آوين، 'ڪوجهي' پـر پـر جام پلاوين.
عـــــشق والي اڄ آس پڄاوين، هوت ڪراوين هوليـــــان.



# ڪافي

١٢٢

ٿلهہ : دمر دمر دکڙي کاندي آن، وڇڙي گهڻا ڏينهان دي آن.
محبت ڪيتي مين ماندي آن، هَي هَي قوت غمان دي آن.

١ ـ دلبر دلبر آلاوي، دمر دمر دي وچ درد ڏکاوي،
دلبر ليکن پير نہ پاوي، بيٺي راءِ ريجها دي آن.

٢ ـ دلبر ميڏا شاهہ هزاري، نازڪ جنهن دي نين خماري،
سبز ڪلنگي خوش گفتاري، باندي مين زلفان دي آن.

٣ ـ رانجهن ڪيتي واٽ وجهاوان، پير فقير تي باس مناوان،
پوٿي پٽاکي فال گهتاوان، پل پل ڪانگ اڏاندي آن.

٤ ـ بيوس يارو دلڙي اڙايمر، نينهن نگار دي نال لڳايمر.
بار غمان دا سر تي چايمر، بيٺي سور سماندي آن.

٥ ـ ماهي ڪيتي ساهہ سکاوي، نندڙي قٽي آرام نہ آوي،
روندي جهڇدي رات وهاوي، ڏکان دي ڏينهن لنگهان دي آن.

٦ ـ 'ڪوجهي' چائي در دي گدائي، مُنهن نہ مُڙيسان هُڻ تان جائي،
يانوين نہ يانوين قسمر خدائي، مين تان يار تُسان دي آن.



# ڪافي

## ١٢٣

ٿلهـــــ : دم دم درد ڏمـــال، هُو هُو هُل مـــچايا هي.

١ ـ وحـــدت واديءِ غرق ٿــيــوسي، ناهين ســار سنيــال،
سارا وجود وڃايا هي.

٢ ـ رڳ رڳ هوئي انحـد مـرلي، مـست و مـست خيـال،
آپون آپ وڪايا هي.

٣ ـ خيــال اُتــاهين وڃ پيــوسي، هت ناهہ حــرام حــلال،
ڏوهہ ثواب گنوايا هي.

۴ ـ اصل هيــوسي لامــڪــاني، بي چون و بي مــثــال،
ول پيي اصل وسايا هي.

۵ ـ ڪيون ڪر ڪهنا 'ڪوجهي' ڪاري، لعل ٿيوسي لعل،
مرشد پال پلايا هي.



# ڪافي

## ١٢٤

ٿلهه : ڏاڍو عشق ڏيکاريو اسرار ميان،
سارو راز ڳجهو ٿيو اظهار ميان.

١ ـ جنهين کي غير ڪري، مون تي ڇاتو الا،
سوئي نُور منهنجو سينگار ميان.

٢ ـ ناحق ڀانهو نوي، مون تي چوايو الا،
آهيان ساز سڄي جو سردار ميان.

٣ ـ جت ڪٿ ظهورو نوي، آهي منهنجو الا،
ساري ذات صفات آ هڪوار ميان.

٤ ـ دين مذهب نوي، فرقا نرالا الا،
هي سڀ آهه منهنجي ڪيڏ مڪار ميان.

٥ ـ دوزخ دڙڪو نوي، بهشت دلاسو الا،
آٽيو ڳالهه منهنجي تي اعتبار ميان.

٦ ـ نام نيشان ڪان نوي، 'ڪوجهي' پاڪ الا،
سانگي نينهن ڪيو هيئَن نروار ميان.



# ڪافي

## ١٢٥

ٿلهہ : ڏيرن ڪونهي ڏوهہ، قسمت جون ڪوتاهيون.

١ ـ انگ ازل جو سوئي پريو، جوئي لکيو منجهہ لوح.

٢ ـ ڪرهل ڪاهي ڪيچي ويڙا، رُلندي وتان ٿي روهہ.

٣ ـ ننڊ نهوڙيئہ رات نہ جاڳيئَن، ڪيچ پڇين ٿي ڪوهہ.

٤ ـ سُمهي سُمهي تو وڃايو، ننڊ ڪيو ٿي ڊوهہ.

٥ ـ هوت اچا يي ايندءِ 'ڪوجهي'، محبت بنان ڇڏ موهہ.



## ڪافي

## ١٢٦

ٿلهه : ڏسي حال حقير جو، ڪاهي رس ڪوهيار يار.

١ - ڀورل، موٽ ڀٽن تي، حقن هادي، ڀيرو نہ ڀڄ ڀوتار يار.

٢ - سڏي سڏي منهنجو ساهہ ويو، حقن هادي، سگهو لهہ تہ سنڀار يار.

٣ - ماندي آهيان هيڪلي، حقن هادي، وَرُ ٻاروچ ٻيهار يار.

۴ - آسروندڙي آهيان، حقن هادي، نظر ڪر ڪا نگار يار.

۵ - 'ڪوجهي' تي ڪو قياس ڪر،حقن هادي، پرين سڻ تہ پڪار يار.



# ڪافي

۱۲۷

ٿلهہ : ڏاڍي يار اوهان ري آهيان ڏکي،
پيهي آءُ الله لڳ لال لڪي.

۱. تنهنجي سخا ۾ ڪمي نہ ڪائي، ڪرمن ۾ ٿم ڪاڻ ڪچائي،
ميٽ ڪٽي جا لوح لکي.

۲. شاهہ سخي آ نالو جنهنجو، ننگڙو وسارڻ شان نہ تنهنجو،
نيٺ آڏيندين يار سخي.

۳. پهچ اچي اڄ سهڻا ساقي، عشق اُجن ڪي ڏي مي باقي،
پياس لڳي ٿم تيز تکي.

۴. ڏيهہ ڏٿي رس يار ڏکين کي، لقمون لقا جو ڏيار بکين کي،
برهہ تنهنجي جي آهيان بکي.

۵. ڏينهن لنگهي ويا توريءَ ڪيڏا، ڪيڏا ڪيڏا ورهين جيڏا،
تو بن آهيان دوست دکي.

۶. طلب تتيءَ کي سخت تپايو، ڏک هجر جي ڏاڍو ڏکايو،
صحبت سان ڪر هاٿي سکي.

۷. مانڊي نہ ٿي تون 'ڪوجهي' نماڻي، چاڻ سهڻل ٿيو توسان ساڻي،
يار تنهنجو آ يار سخي.



# ڪافي

## ١٢٨

ٿلهه : رس رسول ڪبريا، داتا! ولهن جي واهه تون.
رس اچي راهه خدا، هيٺيءَ سندو همراه تون.

١ ـ تون وسيلو جڳ سندو، تو بن وسيلو ڪونه ٻيو.
رس اچي نورالهديٰ، گمراه جي آ راهه تون.
٢ ـ مير مدني مصطفيٰ، تون مالڪ هر دو سرا،
رس اچي خيرالوريٰ، سڀ دانهن عاليجاه تون.
٣ ـ نور خدا نروار تون، مَلڪ و فَلڪ مختار تون.
رس اچي صدرالعليٰ، شاهن سندو آن شاه تون.
٤ ـ ور مُزمل يار تون، ڪلمي اندر ڪلتار تون.
رس اچي ساتر سچا، پاڇڻ سندي پناه تون.
٥ ـ مير جي پوشاڪ ۾، لعلن! لڪين لولاڪ ۾.
رس اچي اي احمدا، اولا اڪين جا لاهه تون.
٦ ـ ڏوهه ڪنهنجو ناهه ڪي، ڪرمن پنهنجن ڪئي آ ڪچي،
مالڪ قلم و قضا، بڪڙي ڪٽي اڄ ناهه تون.
٧ ـ يا نبي نورالهديٰ، تون بن انڌاري رات آ،
رس اچي بدرالدجيٰ، نيهي منور ماه تون.
٨ ـ شان تو شمسي الضحيٰ، نور خدا ڪهن الوريٰ،
رس اچي مرسل مٺا، داور! سڻي اڄ دانهن تون.
٩ ـ ڏيک ۾ انسان تون، صورت اندر سبحان تون.
رس اچي شاهنشاها، 'ڪوجهي' سندو الله تون.



## ڪافي

### ١٢٩

ٿلهه : راز محرم رُس نہ ڄام، آءٌ تہ اوريون پاڻ ۾ اڄ.

١ - دم بدم توکي سنڀاريان، تن ۾ سهڻا ٿي تنواريان،
طلب تنهنجي آ مدام.

٢ - هيءَ ويچاري لينهن ماري، تو تہ سهڻا ڪيئن وساري،
ياد پنهنجا ڪر انجام.

٣ - هر گهڙيءَ توکي پڪاريان، واٽ تنهنجي پئي نهاريان،
تو ڏني ٿيا ڪي ايام.

٤ - آءٌ تہ 'ڪوجهي' در وڪائي، تون تہ سهڻا ڪر شاهائي،
کهڙا ماٺا ساڻ غلام.



# ڪافي

## ١٣٠

ٿلهہ : رانجھا گھُرڻ گھُران ٿي، ليڪن، گھُري نہ ڄاڻان.
آهيـــان اصل اياڻي، ڪجه پيي ذري نہ ڄاڻان.

١ ـ هڪ تان نہ مُنهن گھُرڻ جو، ٻيو تان گھُري گھُران ڇا،
تيون تان عقل ڪون ذاري، ڪوئي ڪَري نہ ڄاڻان.
٢ ـ وحــدت جي واٽ اوکي، ريءَ عـــشق ڪونہ رهبــر،
ڪثــرت اٿم منجهــايو، مــحبت ڪري نہ ڄاڻان.
٣ ـ ڄاڻــو چون نہ رُل تــون، ٻــاهر ڦــــرڻ اجايو،
ســيــڪي اٿئي اندر ۾، اندر گـــهــري نہ ڄاڻان.
٤ ـ جي تون پسڻ ٿي چاهين، دل جي تون کول کــڙکي،
هـــيءَ راهـــ آ اڻــائـــي، دل جي دري نـــ ڄاڻـان.
٥ ـ گـــفـــتــار آ ضــروري، رفــتـــار ريءَ نہ چاڙهو،
هَي هَي ســبق وســاريم، وک پيي ڇُري نہ ڄاڻان.
٦ ـ هت جنهن لڏو آ ور ڪي، هُت پيي ســدا ســهــاڳڻ،
ســــپــــرين سُتي وڃايم، ڳولي وري نــ ڄاڻان.
٧ ـ درياه عـــــشق جي ڪي، ڪانهي ڪنڌي ڪنارو،
هــادي اچي ٿــي حـــــامي، آن تــان تــري نــ ڄاڻــان.
٨ ـ تو بِن ســخي ســـڄــاجهل، حــيلو نہ ڪو وســيلو،
هڪ در تنهنجو ڏنـــو ٿم، ٻيـــو در وري نــ ڄاڻان.
٩ ـ جيئري مـري جي جڳ ۾، هِت هُت ســدا ســو جيــئرو،
ســـاجن سگهــو ٿي ســاٽي، مُوتوا مـــري نہ ڄاڻان.
١٠ ـ ڪعبــو اندر ۾ 'ڪوجهي'، دل جو طواف ڪر تــون،
اندر گـــهـــري نہ ڄاڻان، دل کي ڦـــري نہ ڄاڻان.



# ڪافي

۱۳۱

ٿلهه : رس اچي رانجهن سچا، ڪر ياد پنهنجا قول تون.
ور ولهيءَ جا ور منا، اچ ڪانڌ رهه نت ڪول تون.

۱ ـ ڪڍ خزان کي يا خدا، گلشن منهنجو آباد ڪر.
ڪر بهاري برهه جي، باد وصل اچ گهول تون.
۲ ـ ڇڏ ڏنگائي آسمان، ڏر ڏر عشاقي آهه ڪون.
سَل منهنجو ساجن ڪٿي، روهن اندر نان رول تون.
۳ ـ تر تڪايو تو گهڻو، پورل پڻ تي ميل تون.
مات تنهنجيءَ ماريو، ٻول واري ٻول تون.
۴ ـ سج، متان سانجهي ڪرين، ڏينهڪ ڏسان ڏيهن ڏٺي.
جلد ڏس جاني منهنجو، وڃ وڃ وڃي تان ڳول تون.
۵ ـ چنڊ ادا، چانڊاڻ ڪر، سورج رهائي ڪين ڪي.
ميل ڀاروچل منهنجو، اچ ڍِلَ ڪين ڪر ڪا ڍول تون.
۶ ـ جڳ ڦريس ڪنهن نان سليو، هاتف اُتو ٻاهر نه رُل.
يار تنهنجو تو اندر، دل ۾ ڳهيلي ڳول تون.
۷ ـ قول هاتف جو سچو، 'ڪوجهي' اتي اعتبار ڪر.
چو وڃين وٽڪار تون، عينان اندر ڄون ڪول تون.



## ڪافي

۱۳۲

ٿلهه: راڌا نہ رو پياري، ڪرشن تنهنجو آ راڌا،
تو وٽ سدا موراري، ڪرشن ....

۱ ـ ماندي نہ ٿي تون راڌا، موهن تنهنجو آ تو سان،
ڪانهي گهڙيءَ جي گهاري، ڪرشن ....

۲ ـ جيڪي وچن ها توسان، راڌا ڪُلئي سي قائم،
لعلن سندي تون ساري، ڪرشن ....

۳ ـ ازلي اسان جو ناتو، جڳ جڳ اندر بہ ساٿي،
هاٿي بہ گڏ پياري، ڪرشن ....

۴ ـ 'ڪوجهي' سدا تون سهٽي، سانول جدا نہ توکون،
تو وٽ سدا بهاري، ڪرشن ....



# ڪافي

## ١٣٣

ٿلهه : زاري پيٺر زاري، منهنجي پنهل سان آهي زاري.

١ - پيچ پنهل سان نوي ميان، منهنجو ازل ڪون الا لا.
نازڪ پريت نياري.

٢ - سنگ نہ سياپو ڪو ساهيان، ٻانهپ جي آهي ٻولي،
ٻاند ڳچيءَ ٻگل ڳاري.

٣ - ترس نہ پيو ڪر جتن ڪي، ڇوري ڇڏي ويا نماڻي،
نال نياڻون نہ ڏاري.

۴ - ڏارڻ ڏونگر نِوي ميان، سر تي آيو الا لا،
سسئي سورن ماري.

۵ - جيڏيون گهُرو ڪا دعا ئي، محب ملي شال 'ڪوجهي'،
ڪيچ رسان هڪواري.



# ڪافي

۱۳۴

ٿلهه : سرور نبي سچارا، سالن ڪون هان سوالي،
سڻ سڻ صدا خدارا، سوالي نه ڇڏ تون خالي.

۱ ـ اي صاحب سخاوت، يا مالڪ ولايت،
ڪر عشق تڏهن نهايت، ڪوثر برهه جا والي.
۲ ـ قائم حقيقي ميخان، جاري روحاني پيمان،
ساقي برهه جا سلطان، ڏي پرت جي پيالي.
۳ ـ ميمي پوشاڪ جنهن جي، ساري خدائي تنهن جي،
ايڏي عزت نه ڪنهن جي، تنهنجو آ شان عالي.
۴ ـ لولاڪ شان وارا، ثاني تنهنجو نه پيارا،
نور خدا نيارا، هستي تنهنجي نرالي.
۵ ـ ڏڪڙن سندا ڏهاڙا، لحظي ۾ ڪات سارا،
ساجن منهنجا سهارا، عشقون تون ڪر خوشحالي.
٦ ـ سڀ تي تنهنجي ستاري، هڪڙي نه ڇڏ ويچاري،
ڪوجهي توڙي هان ڪاري، برهون تون ڪر برحالي.
۷ ـ اي ڳل ڳچيءَ جا ڳهڻا، 'ڪوجهيءَ' جا موڪ مهڻا،
سرور ستار سهڻا، سوالي نه ڇڏ تون خالي.



# ڪافي

## ١٣٥

ٿلهہ : سڻ سڻ نبي سچارا، ٻاڏاڻ ٻانهڙيءَ جي،
مدني ڏٽي موچارا، لهہ سار ڪوجهڙيءَ جي.

١ ـ ٻانهپ جي توسان ٻولي، گولين سندي ھان گولي،
رس رس سڄڻ سهارا، سڻ دانهن داسڙيءَ جي.
٢ ـ ڪوڙين مون ۾ ڪچايون، لالن، لڪين لڳايون،
ڍڪ عيب ڪل ستارا، رک لاج ٻي وڙيءَ جي.
٣ ـ سڪ سوز آ ستايو، فرقت تنهنجي منجهايو.
مُونجهون تون لاهہ پيارا، ڪر ماڙ ماندڙيءَ جي.
٤ ـ محبت آ مچ مچايو، جيرو هجر جلايو،
سڻ سڻ پڪار پيارا، سڪ سوز ۾ سڙيءَ جي.
٥ ـ پلپل ويٺي پڪاريان، واٽون تنهنجون نهاريان،
ور ور نبي نگارا، مچ منت گولڙيءَ جي.
٦ ـ لڄدار تون مڙين جو، آڌار ڪل اڙين جو،
اچ اچ اڙين آڌار، ڪر واهہ هن اڙيءَ جي.
٧ ـ عيبن ڀري هان ساري، 'ڪوجهي' ڪني ۽ ڪاري،
ڪر ڪو ڪرم ڪوهيارا، رک لاج ايهڙيءَ جي.



# ڪافي

## ١٣٦

ٿلهه : سرور نبي سچارا، جيءَ جا جيار جاني،
پرتئه پرين پيارا، ڀڳڻ، پنهنجي هيءَ ٻانهي.

١ - لولاڪ جو تون مالڪ، مادم تنهنجو آ خالق،
الله تنهنجو عاشق، محبوب تون لاثاني.

٢ - رب جو توتي آرايو، سڀ تي تنهنجو آ سايو،
جمندو ڪوئي نه جايو، سرور، تنهنجو ڪو ثاني.

٣ - جڳ ۾ لکين ٿيا ظاهر، اوتار ۽ پيغمبر.
اڄ تاج آ تو سر، مرسل آخر زماني.

۴ - اڄ شاهه تنهنجي شاهي، سيڪو تنهنجو سپاهي،
تو بن نه واهه ڪائي، توريءَ ڪا راهه ڪانهي.

٥ - ميميءَ جو پوش پايئه، صورت ۾ سر ڇپايئه،
اسرار ڪُل سمايُئه، تون راز آ رباني.

٦ - هيڻن سندا اي حيلا، ور ور منهنجا وسيلا،
ڀڳڻ، ٻانهيءَ تي ڪر ڪا، محبت جي مهرباني.

٧ - ٻڌجي ٿو عشق اوکو، سرور، ڪريو سو سوکو.
مرشد مڃي جي صدقو، داتا ڪيو آساني.

٨ - صدقي سخيءَ جي ڍوليا، مِل مِل 'ڪوجهي' سان مولي،
اکڙين تون لاهه اولا، پل پل پسيان پيشاني.



# ڪافي

## ١٣٧

ٿلهه : سـرور نبي سـچارا، پرتئـ نذر نماٽي،
رس رس اچي خدارا، لهه سـار ٿي تون ساٽي.

١ ـ تون تان سخي سـچارو، عـالم اڏبو تو سـارو،
تو ۾ ڪمي نه ڪائي، قـسـمت شـايد آ ڪاٽي.
٢ ـ لوحي لکيا مـٽـائين، بگڙي تون ئي بنائين،
قـدرت سـچي جا سـائين، تقـدير ٿـاهه پاٽيهي.
٣ ـ تنهنجو آ شـان شـاهي، آءٌ تان تنهنجو سـپـاهي،
ٻانهيءَ کون ڪُل ڪچايون، شـاها تون ڪر شـهاٽي.
٤ ـ آدم کـون ڏوهه ٿـيـڙو، آءٌ پي ته آدم جو ٻچڙو،
هي ڏاج ٿـم ڏاڏاٽـو، هـادي تـون بـخشـش هـاٽـي.
٥ ـ نسنگدار تون نيـارو، سڀ جو تون ئي سـهـارو،
نـنگـڙو نـبـي آ تـوتـي، در جي آهـيـان وڪـاٽـي.
٦ ـ ور ور مـنـهـنـجا آرائـين، ويـران چـمـن وسـائـين،
ڪـر بـاغ ۾ بـهـاري، ڏي پـرت جو تـون پـاٽـي.
٧ ـ داتا ڪريان ٿي دانهـون، راجهن پچان تي راهون،
سُڻ سُڻ ولهيءَ جا سـڏڙا، ويـرڻ، تـون ڏي وراٽي.
٨ ـ ٻهڳڻ ٻانهي جا تنهنجي، پرتئـ سـا سـام پنهنجي،
ور ور نبي سـونـهـارا، پنهنجو ننگ سـجاٽي.
٩ ـ 'ڪوجهي' توکي مـبـارڪ، لالن پنهنجا ڪيا لائق،
مـرشـد سـخي جي صـدقي، آزي تنهنجي اگـهـاٽي.



# ڪافي

## ١٣٨

ٿلهہ : سـرور نبي سـچارا، ڪر ڪا سـڄڻ سـتـاري،
رس رس اچي خدارا، پــرتــي اٿــي ويــچاري.

١ ـ سـالن جي هان سـڪـايل، سڪ سـوز جي سـتـايل،
نُور خدا نـيـــــارا، مـج مـنـٿ آهـ و زاري.
٢ ـ تو بِن ڪونهي وسـيلو، هيـٺيءَ سندو ڪو حـيلو،
مَدنـي ڏٽي مــوچارا، لهـہ سـار ڪر غفـاري.
٣ ـ يا صـاحبِ سـخاوت، ڪر عـشق جي عنايت،
ڪر ٻاجهہ تون ٻاجهـارا، در جي آهـيـان بيڪاري.
٤ ـ مـون ڪـان سـدا خطائون، توڪـان سـدا عطائون،
عـيبن ڀـري مـان يارا، ڪر تون ڀـلا، ڀـلاري.
٥ ـ تـون ئـي اڙيـن جي آڌار، تـون ئـي ولـهـن جي واهـر،
سـرور نـبي سـهـارا، توتي آهہ لاج سـاري.
٦ ـ ڪـوثـر بـره جا والي، سـوالي ڇڏ نـہ، تـون خالـي،
ڪر ڪو ڪرم ڪوهيـارا، ڪر ڪا سـخا جي واري.
٧ ـ ڏينهنڙا گـهـٽـا خزان جا، لعلن ! اسـان لنگهـايا،
ور ور نـبي سـچارا، گـلشـن ۾ ڪر بـهـاري.
٨ ـ 'ڪوجهي' تـوڪي وڏائي، آزي پـرين اگـهـائي،
نيـهي وڳا نقـارا، آئي سـڄڻ جي سـواري.



# ڪافي

## ١٣٩

ٿلهہ : ستاري ڪر سچا سرور، ستاري شان آهہ تنهنجو،
غفاري ڪر پرين پرور، غفاري شان آهہ تنهنجو.

١. ڪچايون ڏاج آهہ منهنجو، ستر پوشي مرڪ تنهنجو،
ڍڪڻ ڍوليا، تون ڍڪ ساتر، ستاري شان آهہ تنهنجو.

٢ ـ نذر جو فرض نيزاري، سيد جو ڏاج سرداري،
سوالڻ هان سخي تو در، ستاري، شان آهہ تنهنجو.

٣ ـ اٿئي ننگڙو نماڻي جو، اياڻيءَ در وڪاڻيءَ جو،
تون ئي لجپال لڄ پرور، ستاري شان آهہ تنهنجو.

٤ ـ ولايت عشق جا والي، سوالي ڪين ڇڏ خالي،
نظر نيهي نذر تي ڌر، ستاري شان آه تنهنجو.

٥ ـ ڀهاري دار هان در جي، سخي سرتاج سرور جي،
ڇڏيندين سان نہ تون ڏاتر، ستاري شان آهہ تنهنجو.

٦ ـ ولهي جو وس ڪرڻ واڪا، ڀڏڻ ڪم تنهنجو ڀاروچا،
ويچاريءَ جي تون ئي واهر، ستاري شان آهہ تنهنجو.

٧ ـ 'ڪوجهي' آهيان توڙي ڪاري، سدا لعلن ! تنهنجي لاري،
اچي رس پاڪ پيغمبر، ستاري شان آهہ تنهنجو.



# ڪافي

۱۴۰

ٿلهه : سهڻا شاهه نجف جا شير علي، ڪيو پاڇڻ جا ڪل ڪاج دلي.

۱ ـ تو ســر مــولي عــشق امــانت، مــالڪ ڪوثر والي ولايت.
بيشڪ تون سرتاج ولي، ڪيو پاڇڻ .....

۲ ـ شــيــر بهــادر حــيــدر، ثاني نه تنهنجو فــاتح خيــبر.
ڪوٽ ڪفر جي ڪير ڪُلي، ڪيو پاڇڻ .....

۳ ـ اســد خدا تون، اســد نبي تون، ســوٽُ مــحــمــد، بابو حــســينڻ.
زهره سندو تون مرد ٻَلي، ڪيو پاڇڻ .....

۴ ـ چئــن يارن ۾ يــار پيــــــارو، پــنجن ۾ پڻ نُور نيــــــارو.
ريءَ تو فُقر ڪي ناهي ڳلي، ڪيو پاڇڻ .....

۵ ـ احــد، عليءَ احــمــد هڪــڙو، انا احــمــد شــاهد تــيــڙو.
لحمڪ هيءَ پڻ بات سَلي، ڪيو پاڇڻ .....

۶ ـ مشڪل ڪشا ڪر مشڪلڪشائي، ظاهر باطن سڀ ڪا سڻائي.
ڏائي ڏنگي ڪر منهنجي ڀلي، ڪيو پاڇڻ .....

۷ ـ نانءُ سـخيءَ جو آندم مـولي، 'ڪوجهي' جا شــاهه، لاهج اولا.
ٻُوتيل پوي درڙو ڪُلي، ڪيو پاڇڻ .....



# ڪافي

۱۴۱

ٿلهه : سانگيڙا وينئي ساريان، شل ايندم سي ڪاهي،
اڱڻ اکين سان بهاريان، من پير پرين پائي.

۱ ـ ڪڏهن ته ايندين دادلا، منهنجي دل گهڻو چاهي،
گولين جي هان گولڙي، منهنجي حجت ٻي ناهي.

۲ ـ قسمت جون ڪوتاهيون، ڪو هوتن هٿ ناهي،
نا ته نوازڻ شاهه ڪي، هڪ گولڙي ٻه چاهي.

۳ ـ ناتو وينئس نينهن مان، آءُ لعل سان لائي،
ڪونه ڇڏيندس پاندڙو، توڙي چاهي نا چاهي.

۴ ـ ساريون وينئي ساريان، مونکي آس وڏي آهي،
آس اُميد نه لاهيان، منهنجو ننگُ ڏٽي آهي.

۵ ـ ماندي ٿي نه 'ڪوجهڙي'، تنهنجو يار سخي آهي،
سالن جا ڪي سُورڙا، هڪ لحظي ۾ لاهي.



# ڪافي

## ١۴٢

ٿلهہ : سرتيون ڪريو سڀ سلامي، پريتم گهر آيو.
ديس ۾ ديسون گهمي، پريتم گهر آيو.

١ ـ سير ڪرڻ تي تيڙس رايو، پيو دراز جو پايو.
لکن ڪروڙن جو حامي، پريتم گهر آيو.

٢ ـ صاحب ڏنو ٿي گادي وسايائين، سارو سمنڊ سمايائين.
سنگت سڄي آ آگهامي، پريتم گهر آيو.

٣ ـ وڏي ڪي ڄڏائي، ننڍي تي پڳ آئي، ان ۾ راز الاهي،
عبدالحق جيان نامي، پريتم گهر آيو.

۴ ـ سچل سڏائي منصور چوايائين، وحدت ناد وڄايائين،
نانڪ يوسف سان انجامي، پريتم گهر آيو.

۵ ـ ڇهين گاديءَ جو شانُ هو شاهي، واهہ جا ڪيائين بادشاهي،
سخاوت تنهنجي مدامي، پريتم گهر آيو.



# ڪافي

## ١٤٣

ٿلهہ : سخاوت ڪر سخي سرور، سخاوت شان آ تنهنجو،
عنايت ڪر پرين پرور، عنايت شـــان آ تنهنجو.

١ ـ سخيءَ جي در جيڪو سوالي، وڃي هرگز نہ سو خالي،
نذر جو فرض نيزاري، اجابت شان ....

٢ ـ ولهيءَ جا ور سٽي ســڌڙا، اچي ڏي ســيــر ۾ هتـــڙا،
پهچ هيٺن سندا حامي، حمايت شان ....

٣ ـ رباني راهہ جا رهبــر، اچي عـــشــقــون عنايت ڪر،
حقيقي عشق جا هادي، هدايت شان ....

٤ ـ خطا مـــون ڏاج ڏاڏاٽو، عطا تو ناز شـــاهاٽو،
مرڪ منهنجو گنهگاري، شفاعت شان ....

٥ ـ ڪرم ڪر ڪو ستاريءَ جو، آئئي ننگڙو ويچاريءَ جو،
ڏکڻ ڏوليا تو ڏک 'ڪوجهي'، حفاظت شان ....



# ڪافي

١٤٤

ٿلهہ : سهڻا، ڪوجهي تنهنجي شل توکي وڻي،
پيو جڳ سڄي کي وڻي نہ وڻي.

١ - توسان ازل کون لاتم ناتو،
هت بہ اوهان جو چاهہ مون چاتو،
تون ئي بڻي، پيو بڻي نہ بڻي.

٢ - تون ئي ننگدار اسان جو،
توتي اصل کون بار اسان جو،
هڪ تون ئي کٽي، پيو کٽي نہ کٽي.

٣ - دم دم دانهون لالن توکي،
پل پل سڏڙا ساجن توکي،
هڪ تون ئي سٽي، پيو سٽي نہ سٽي.

٤ - چاهہ تنهنجي جون گهرجن چوکان،
نينهن پنهنجي جون هڻ تون نوکان،
هڪ تون ئي هٽي، پيو هٽي نہ هٽي.

٥ - سهڻن کي پيو سيکو چاهي،
"ڪوجهي" ويچاري توڏي ڪاهي،
هڪ تون ئي چٽي، پيو چٽي نہ چٽي.

٦ - ڪائي ڪنهن جي ڪائي ڪنهن جي،
ساجن سهڻا 'ڪوجهي' تنهنجي،
هڪ تون ئي ڳٽي، پيو ڳٽي نہ ڳٽي.



# ڪافي

۱۴۵

ٿلهه : سمجهه سهي ڪر پنهنجي ذات، عاشق صادق ڇڏ ٻي تات.

۱ - 'لا' جي ڪاتيءَ 'غير' وڄايو، الاالله پوءِ يار بڻايو،
پاڻ نفي ڪرتي اثبات.

۲ - سيني اندر يار وهارين، يار بنان ٻيو سڀڪي وسارين،
گم ڪر عاشق ڪلي جسمات.

۳ - جيڪا صورت سيني اندر، سائي صورت هر جا ٻاهر،
ساڳي صورت ڪُل صفات.

۴ - دم دم ڪر ذڪر الاهي، فڪر ۾ رهه تون غرق سدائين،
پاس الانفاس هجي ڏن رات.

۵ - پاڻ وڃائي يار پنهنجو ٿي، فال وڃائي حال ٿلو ٿي،
تون ئي مڙيوئي موجودات.

٦ - دم الا هو دم هُو هُو هُو، دم انا هُو دم هُو هُو هُو،
تم ٿئي تان ڪُل طاعات.

۷ - عاشق ۽ معشوق هڪوئي، هن هُن ۾ ڪو فرق نہ ڪوئي،
سمجهه اها ٿي عشق جي ذات.

۸ - عشق صادق سمجهه اٿاهين، 'ڪوجهي' سهڻي ڳالهه هڪائي،
عشق ڪي ڪانهي ذات صفات.



# ڪافي

## ١٤٦

تلهه : سدا شهر دراز تي، برهه لاتي برسات ميان.

١ ـ شاهي شان دراز جو، عشاقي عرفات ميان.

٢ ـ خاڪ چمي جو دراز جي، دُور تنهين ظلمات ميان.

٣ ـ پاڻي شهر دراز جو، اهي آب حيات ميان.

٤ ـ ديرو تہ يار قبول جو، محبت جو محلات ميان.

٥ ـ مست قلندر سُورمان، رند سکن رمزات ميان.

٦ ـ عاشق عارف اوليا، ڪُل چمن قدمات ميان.

٧ ـ خالق مالڪ سو ڏٺي، مڙيوئي موجودات ميان.

٨ ـ صورت شاهه قبول جي، نُور سچو تجلات ميان.

٩ ـ ڪونہ ڇڏيندءِ 'ڪوجهڙي'، توکي اها تسلات ميان.



# ڪافي

## ١٤٧

ٿلهه : سرتيون ڪيو اچ ڪا دعا، شل گهوٽ گهاري نہ وڃهي.
قائم سدا پاڇو پرين، جو پئي پلان تنهنجي اڃهي.

١ - ڇوري آهيان بي وس اديون، جيئرو نہ ٿم بابو اما.
داتا درازي وَر بنان، واهر وسيلو نان سُجهي.

٢ - قادر ڏٽي ڪو قياس ڪر، ٻانهيءَ مٿي ڪا ٻاجهہ ڌر.
سايو درازي شاهہ جو، تولي متان دائم هجي.

٣ - سهٽا نبي آخر زمان، اُمت سندي هيءَ دانهن سُڻ.
ڪٽي ٿار آفت احمدا، واقعو وڏو پيو ٿو ٻُجهي.

٤ - قائم نقارو نينهن جو، ڪر يا علي شير خدا.
سو شير صفدر شهہ سخي، پيو شينهن جان دائم گجي.

٥ - روضي ڏٽي مرشد سچا، وجهہ رحم پرَ جي روح مر.
گهاري پرين جئن تئن هتي، سو سال جي وڌ نان پُڇي.

٦ - 'ڪوجهي' ادي، پيئي دانهن ڪر، من پي متو ريجهي ڪٿي.
رهي ٻِچ انهيءَ بوتي اندر، صدقي تہ پنج تن پاڪ جي.



# ڪافي

## ١۴٨

ٿلهه : سڀ ڪجهه ڏسان ٿو ساڳيو، هڪ يار مُئيءَ جو ڪونهي.
هر ڪوئي خوش وسي ٿـو، منٺـار مُئي جو ڪونهي.

١ - ساڳيون ڏسان ڪچهريون، ساڳيون لڳن ٿيون چونڪيون،
ڪيئن ويل ٿيـو ولهيءَ سـان، دلدار مُئيءَ جو ڪونهي.

٢ - سـاڳيـا وسن ٿـا پاڙا، سـاڳيـو هلي ٿـو چرخو،
پر هي انڌير ڪهــڙو، پـوتار مُئيءَ جو ڪونهي.

٣ - سـاڳي لڳي ٿي مـحـفل، سـاڳيـا هلن ٿـا پيـالا،
افـسـوس جيـڏيون هَي هَي، غم ٽار مُئيءَ جو ڪونهي.

۴ - سـاڳي لڳي ٿي چوڏهين، ختـمـون اديون بہ سـاڳيـو،
ڪيئن هاءِ ٿـيـو هيءُ ڏاڍو، ڪوهيـار مُئيءَ جو ڪونهي.

۵ - ور وري آهـ سـهـٽي، بي ور وتي ٿي 'ڪوجهي'،
سُرمـان ڪيـهـا ڙي سينڌيون، سينگار مُئيءَ جو ڪونهي.



# ڪافي



تلهه : سرتيون شهر دراز ۾ حق هادي.
منهنجو پل پل پنڌ الا.

١ ـ ڄمان خاڪ چپن سان، جتي هاديءَ هنڌ، الا .....

٢ ـ شاهه قبولڻ قربدار، مَردَ مٽيارو منڌ، الا .....

٣ ـ ديرو شهر دراز ۾، سير سڄڻ هر هنڌ، الا .....

٤ ـ عرش زمين افلاڪ تي، هوت هڪل هند سنڌ، الا .....

٥ ـ رل مل رانجهن روح ۾، شاهد آ سنڌ سنڌ، الا .....

٦ ـ عاشق جنهنجو نام آ، ڪڏي رکندو ڪنڌ، الا .....

٧ ـ 'ڪوجهي' جو ڪوهيار سان، اصل جو سڀنڌ، الا .....



# ڪافي

## ١٥٠

ٿلهه : سخي سباجهل ڀاڃهه ڪريو ڪا، روز رڙي ويچاري.

١ - سال ٿيا ٿم در تي جاني، برهه سندي هان بکياري.

٢ - نالو تنهنجو شاهه سخي آ، ڪر ڪا سخا جي واري.

٣ - آءٌ ته لالن اهڙي آهيان، پنهنجي ڪريو سرداري.

۴ - ننگ نه پيارل تنهنجو سڏبس، ڇو تو ڏکين ڪري ڏاري.

۵ - من ڀي سهٽا، ننگ ڀوئي ڪو، نيٺ آهيان تنهنجي ناري.

٦ - حجت ڪانهي هوت اوهان سان، زاري توبهه زاري.

٧ - ڪٿي اڳهايو نانءُ موليٰ جي، 'ڪوجهي' آهيان توڙي ڪاري.



# ڪافي

## ١٥١

ٿلهه : ساجن چو نہ لهين سار، تنهنجي برهه ڪيو بيحال.
سال لنگهي ويم يار گهڻيرا، ڏکڙن جا ٿم ڏار.

١ - وڃ ڙي ڪانگل ڪول قريبي، حال ڏجانءِ هي روئي،
اٿم اميد الله ۾، منهنجو دوست ڪندو دلجوئي،
هوت مران ٿي تنهنجي هجر ۾، واڪ ولهيءَ تي وار.

٢ - محبت ڪيو ٿم منڙو ماندو، جوش جلايم جيرو،
نانءَ ڏٺيءَ جي مج تون آڙي، پورل پيچ نا پيرو،
روز پڇايان تنهنجا پنڌڙا، ڪونهي قلب قرار.

٣ - روز ازل کون پولن پڌڙي، يار اوهان سان ياري،
ڪيئن تو نوڙين سهڻل اُوهان، نازڪ پريت نياري،
پُنڌڙن جي آهيان تنهنجي پانهي، ساجن ڪيم وسار.

٤ - چاهڻ وارا تو کي گهڻيرا، هيءَ بہ ٿي هڪ ويچاري،
لک لک پيو لعل نوازين، 'ڪوجهي' ڪيئن تو وساري،
ديدان دم دم دلبر تو ۾، نينڻ ڪٿي تہ نهار.



تلھ : سدا باغ بھار، جيئين شل.

١ ـ ڏاتر ڏيندءِ ڏينھن گھڻيرا، وڏ وڏي تہ چمار،
تاج ڪلنگي تخت سلامت، بخت وڏئي بادار.

٢ ـ روز بروز دن تازہ توانو، بوٽو ايھو پوتار،
ڏينھن نہ ڏنگو وار نہ ونگو، نت نئون نروار.

٣ ـ ڪُرم قبيلو پائر پائتيا، واري وسئي دلدار،
دائم قائم دولھہ داتا، سات سچي سان يار.

۴ ـ عرشين فرشين نينھن نقارہ، عشق سندا اوتار،
سدا جاري پرت جو پيالو، برھہ سندي بازار.

۵ ـ چپر چورن يار يتيمن، آزين جا آذار،
سايو تنھنجو ھوت ھميشہ، ٽولي مٿئون ھر وار.

٦ ـ نام عليءَ جي ھُج اسان سان، دم نہ ٿيءَ ھڪ ڌار،
گھوري توتئون 'ڪوجھي' ڪاري، سھڻا سخي سردار.



# ڪافي

## ١٥٣

ٿلهه : سـتگر پيـارا سـخي شمـارا،
جئين جئين داتـا، جئين جئين تـون.

١ ـ جُڳ جُڳ جيـوين جڳتـر داتا، تائين قيـام پريُو.

٢ ـ قـائم تنهنجي پريم جي نگري، شـال مـدام داتا.

٣ ـ ساڌ سنگت سان خوش وسين تون، ڪي تہ ايام داتا.

٤ ـ الڪين ملڪين مـيجتـا تنهنجي، ديس غلام داتا.

٥ ـ ڪـم 'ڪوجهي' جا سـتگر توتي، پَرتئہ شـام داتا.



ٿلهہ : ستگر دا هي عاليشان، ناهين اُسڪا ڪوئي سمان.

١ ـ ساڌو سنتو ڪهيا مانو، گرُ گوبند ڪو ايڪو جانو.
پائي ايهو ڀيد پڇان.

٢ ـ شان گرو ڪا اعليٰ جانو، ٻول گرُو ڪا بالا مانو.
ڪول وڪو ڪُل ويد پران.

٣ ـ گرُ ڪي چرنين پهلي جائو، گوبند ڪو سر پيڇي جهڪائو.
گرَ بِن هر ناهي گيان.

٤ ـ 'ڪوجهي' دا هي گرُ ڪِرتاري، شاه درازي ڪان موراري،
ستگر سوامي سنت سبحان.



# ڪافي

۱۵۵

ٿلهه : شاهنشاهه جيلاني، اچي ٿيءُ تون ساٿي،
محي الدين ميران، هيءَ ڪوجهي نماڻي.

۱ - پرين در پسايو، نذر سر نوايو،
هاڻي مون سڃاتو، اڳي هيس اياڻي.

۲ - تون مرشد سخيءَ جو، ڏاڏا پير منهنجو،
هاڻي ڪر تون پنهنجو، آهيان در وڪاڻي.

۳ - هٿن سان ڏنو هو، سخيءَ ڪي سڄڻ تو،
سينگاري وري سو، هاديءَ آندو هاڻي.

۴ - تنهنجي در سوالي، ڪڏهن ويو نہ خالي،
ڏيو عشق پيالي، پنهنجو ننگ سڃاڻي.

۵ - شهنشاهه جيلاني پنهنجو ڪر تون جاني،
ٻانهن جي هان ٻانهي، اصل در وڪاڻي.

٦ - محي الدين ميران، تون ئي پير پيران،
تون دم دستگيران، پرين پهچ پاڻهي.

۷ - محي الدين ماهي، تنهنجي وات وائي،
سيني ۾ سدائي، تنهنجي سڪ سماڻي.

۸ - قدم توتي هڪ جو، تون والي آن سڀ جو،
تون محبوب حق جو، سدا عشق ماڻي.

۹ - اصل ڪان هان تنهنجي، هاڻي ٻہ هان تنهنجي،
پرين ڪر تون پنهنجي، هيءَ گولي پُراڻي.

۱۰ - 'ڪوجهي' در تي سائل تنهنجي سڪ سڪايل،
ڏاڍي اج اجايل، ڏيهريت پاڻي.

# ڪافي

## ١٥٦

ٿلهه : شهنشاهه موراڳي، مٺيارو اچي ٿو،
نمي سر جهڪايو، دلاور اچي ٿو.

١ - سچڻ سر رباني، سندن ڪونه ثاني،
حقيقي حقاني، نظارو اچي ٿو.

٢ - افعال محمد، آ حال محمد،
ڪمال محمد، پيارو اچي ٿو.

٣ - موراڳي جي مورت، سخي جي آ صورت،
ڪٺي ساڳي سيرت، سوپارو اچي ٿو.

٤ - مولي تيو آ راضي، بٺي ڪار سازي،
اسان گهر درازي، پاڳارو اچي ٿو.

٥ - جوڳيءَ پنهنجون جايون، وري هن وسايون،
'ڪوجهي' ڪي واڌايون، ڪوهيارو اچي ٿو.



## ڪافي

## ١٥٧

ٿلهه : شادي تہ سخي گهوٽ جي، حق هادي اڄ مبارڪ رات.

١ ـ ماٺهن ليڪي ماڳ ويو حق هادي، ايها نہ پوري بات ميان.

٢ ـ چوڏهين ذي القعد جي حق هادي، رلي ذات صفات ميان.

٣ ـ ڏينهن اڱاري شام جو، حق هادي، برهہ ڪئي برسات ميان.

٤ ـ ماڳ نفيءَ جي رهبري، حق هادي، سير سڄڻ اثبات ميان.

٥ ـ حاضر ناظر هوت آ، حق هادي، منجهہ تہ موجودات ميان.

٦ ـ سيرت ساجن محمدي، حق هادي، نور سڄو تجلات ميان.

٧ ـ هاديءَ صورت حيدري، حق هادي، هڪل پرين هرجات ميان.

٨ ـ موٽيو راڄهن ماڳ تي، حق هادي، تهدل تي تسلات ميان.

٩ ـ صورت جاڻ لعل جي، حق هادي، مرد وريو محلات ميان.

١٠ ـ نئين سر نوبت نينهن جي، حق هادي، موج برهہ دن رات ميان.

١١ ـ عرش زمين افلاڪ تي، حق هادي، وائي سڄڻ جي وات ميان.

١٢ ـ توکي مبارڪ 'ڪوجهڙي'، حق هادي، قول پريا ڪلمات ميان.



# ڪافي

## ١٥٨

ٿلهـــــو : شـــــادي تـہ ســـچل شـــيـــــر جي، حق هادي،
چوڏهين مبارڪ رات ميان.

١ ـ مـاٺهن ليکي مـاڳ ويو، حق هادي، ايهـا نـہ پوري بات مـيـان.

٢ ـ چوڏهين واري چنڊ تي، حق هادي، رلي ذات صـفـات مـيـان.

٣ ـ سـدا قـائم سـهـڻـو، حق هادي، سـيـر نفي اثبـات مـيـان.

۴ ـ حـاضـر ناظر هوت آ، حق هادي، منجهـہ تـہ مـوجودات مـيـان.

۵ ـ نوبت نـعـرو نادري، حق هادي، هوت سندو هرجات مـيـان.

٦ ـ عـرش زمين افـلاڪ تي، حق هادي، ٻُجهي ٻاروچل لات مـيـان.

٧ ـ موتيو سچل سنسار تي، حق هادي، قـول پـريا ڪلمات ميان.

٨ ـ صورت شاهہ قبول جي، حق هادي، مـرد وريو مـحـلات ميان.

٩ ـ 'ڪوجهي' سدا ڪوهيار سان، حق هادي، ساڻ سموري سات ميان.



## ڪافي

۱۵۹

ٿلهه : شوق مچايو شور، وي ماهي يارو،
هردي اندر هُو هُو نعرا.

۱ ـ جوش برهه جي جسم وڄايو، درد جو آيو دور.

۲ ـ روز نمازون وسري ويون، ذوق ڏنو زور.

۳ ـ نينهن نشي ۾ محو ٿياسي، جاري جام بلور.

۴ ـ 'ڪوجهي' سهڻل هڪ ٿياسي، احمد بنان ناهي اور.



# ڪافي

۱٦۰

ٿلهه : صدقو سهڻا شاهه علي جي، رانول ره هن راج ۾.

۱ ـ ڇوري آهيان باب نه مائي، تو وَر ٻن ٻي واهه نه ڪائي.
گهوٽ وڃڻ جي ڇڏ تون وائي.

۲ ـ طالب ڪيڙا عيبن هاڻا، توري هلندا ڪيئن نماڻا.
ڪين ڇڏي وڃ تن جا پاڻا.

۳ ـ رستين هي تو باغ بنايو، تنهنکي سهڻل توڙ رسايو.
واءُ خزان کون پاڻ بچايو.

۴ ـ توريءَ جڳ ۾ اوندهه ڪاري، روشن توسان ذرتي ساري.
گهوٽ نه وڃه تون هرگز گهاري.

۵ ـ ديس ڇڏڻ تو ڪين جڳائي، ڇوڙ پڇر پرديس جي لاهي.
عالم سارو تو ٻاڏائي.

٦ ـ ڪين نماڻن سان ڪر ماڻا، آهيون سڀ تو در وڪاڻا.
ريجهه ڪٽي اڄ ساهه سياڻا.

۷ ـ توتئُون گهوري 'ڪوجهي' ڪاري، اهل عيال سان دلبر ساري.
نالي حيدر مڃ هي زاري.



# ڪافي

## ١٦١

ٿلهه : صورت جا سينگار، الله توکي آٿي.

١ - درد وندي جي دلڙي تي دانهين، ڇاتي ڇجي تي يار.

٢ - ڏينهن لنگهايم ڪيئي ڏکن جا، درد ٻڌي ڏڏڪار.

٣ - سوز تنهنجي ۾ سينو سڙي تو، ڏکڙن جا تم ڏار.

٤ - ماڳ ولهيءَ جو شال وسائين، واڳ وطن تي وار.

٥ - پاڻ سڄاڻي وڙ ڪر جاني، مون ۾ عيب اپار.

٦ - پلپل 'ڪوجهي' تولئه پڪاري، ڪونهي قلب قرار.



# ڪافي

## ١٦٢

ٿلهہ : صورت ساڄن حسن حقيقي، الله اسان جو ايهوئي، نا ٻيوئي.

١ ـ نيڻ سڄڻ جا نُور الهي، عينا عين سيوئي، نا ٻيوئي.

٢ ـ پروان ڏس محراب منور، سجدهگاهہ سچوئي، نا ٻيوئي.

٣ ـ مُک محبوب جو مصحف سارو، ربّي راز سچوئي، نا ٻيوئي.

۴ ـ بوتو بشري بيک رباني، شڪ گمان نہ ڪوئي، نا ٻيوئي.

۵ ـ شاهہ قبولڻ يا يگانو، هادي حق هڪوئي، نا ٻيوئي.

٦ ـ دم دم 'ڪوجهي' دوڙ درازين، حج حقيقي سوئي، نا ٻيوئي.



# ڪافي

## ١٦٣

ٿلهه : عشق جو شاهه درازن ۾، عجب اسرار آ،
شاهه سخي مقبول محمد، عشق جو اوتار آ.

١ - ظاهر پرين انسان آ، ليڪن سچو سبحان آ،
صورت انهيءَ آدم اندر، قادر ڏٽي ڪلتار آ.

٢ - ڪرشڻ ايهو لڇمڻ اهو، پڻ رام ۽ رحمان آ،
گوبند ايهو گوتم ايهو، نانڪ گرو نروار آ.

٣ - هر روپ ۾ رهبر ڏسان، جت ڪٿ الک عيان آ،
ڪوثر سندو والي ايهو، پڻ احمد مختار آ.

٤ - هر ڪنهن صفاتي سير ۾، صاحب سچو سيلان آ،
گاديءَ ڇَهينءَ تي سخي، ساڳيو، سچل سردار آ.

٥ - صاحب سخاوت جو ڏٽي، شاهه سخي سلطان آ،
چورن يتيمن جو آجهو، اڙين اجو آڌار آ.

٦ - اڄ شاهه درازن عشق جو، ڏاڍو مستلَ ميخان آ،
'ڪوجهي' سچي ساقي اڳيان، پيالي برهه پينار آ.



ٿلهہ : عمر خضري سچڻ تنهنجي، سدا هوندين بهاريءَ ۾.
ايها آزي شاها منهنجي، اگهي درگاه باريءَ ۾.

١ ـ محمد مير جو سايو، سدا توتي سخي داتا.
وتين ڪلندو سدا ٿلندو، جماعت پنهنجي ساريءَ ۾.

٢ ـ پنجن جو تو متان پاڇو، امامت عشق جي قائم.
هجئي شل نينهن جو ناتو، سدا سهٽل واذاريءَ ۾.

٣ ـ لڳو ٿم نينهن جو ناتو، درازي دادلا توسان،
آهي هيءَ منت مولا کي، پوي گهاري نہ ياريءَ ۾.

٤ ـ سچل راضي سچڻ توتي، سدا بوتو اهو قائم،
ڪندم شال آس هيءَ پوري، اٿم اکڙيون ستاريءَ ۾.

٥ ـ الله سائين اجابت ۾، نذر جي آڻ نيزاري،
جيئي 'ڪوجهيءَ' جو نت جاني، رهي باغ و بهاريءَ ۾.



ٿلهہ : عشق چمي ڪنيم چاهہ مون، ڪير هاٽي منهن موڙي ڙي موڙي.

١ ـ هنيو جادوگر جوش منجهارون، جادو جگر ۾ جوڙي.
ڪير هاٽي ..........

٢ ـ ڪيو حبين نينهن نشانون، ڪلي قلب ۾ ڪوڙي.
ڪير ..........

٣ ـ لوڪ لاڳاپا عشق گنوايا، دل درازن ڊوڙي.
ڪير هاٽي.........

٤ ـ وحدت وادي غرق ٿيوسي، ڏاڳا ڏئي جا توڙي.
ڪير هاٽي.........

٥ ـ باب بنديءَ جي ڦٽ فراقي، لوح لکيو پئي لوڙي.
ڪير هاٽي.........

٦ ـ مرڻ مهٽو آهي عشاقن، ڦاهي چڙهي سر توڙي.
ڪير هاٽي.........

٧ ـ وِرهئون 'ڪوجهي' ناهي واندي، واٽ وندر پئي ووڙي.
ڪير هاٽي.........



ٽلهہ : عجيبن جي عجب چالي، ڪڏهين کهڙا ڪڏهين کهڙا.
آهن مستان خود خيال جي، ڪڏهين کهڙا ڪڏهين کهڙا.

١ - ڪڏهين پر ۾ وهارين ٿا، ڪڏهين در تون ڌڪارين ٿا.
وهارين ٿا ڌڪارين ٿا، ڪڏهين کهڙا ڪڏهين کهڙا.

٢ - ڪڏهين شوخي ڪڏهين شفقت، ڪڏهين ماٺو ڪڏهين محبت.
ڪڏهين دوري ڪڏهين صحبت، ڪڏهين کهڙا ڪڏهين کهڙا.

٣ - ڪڏهين دلڙي ڏتارين ٿا، ڪڏهين دليون ڌڪارن ٿا.
ڏتارن ٿا ڌڪارن ٿا، ڪڏهين کهڙا ڪڏهين کهڙا.

۴ - ڪڏهين سيني سان لائين ٿا، ڪڏهين مُنهنڙو متائين ٿا.
نپائن ٿا ستائن ٿا، ڪڏهين کهڙا ڪڏهين کهڙا.

۵ - ڪڏهين محبت وفاداري، ڪڏهين 'ڪوجهي' جفا باري.
سڄڻ در تي سدا زاري، ڪڏهين کهڙا ڪڏهين کهڙا.



ٿلهه : عشق سندي ميدان ۾ لا، ايندا مرد ڪاهي ڙي ڪاهي.

١ - عشق ڪمائين سوره غازي، ڪم ڪچن جو ناهي ڙي ناهي.

٢ - در حلاجي سيئي مارن، سر ڏنو جن لاهي ڙي لاهي.

٣ - پڙ پريتي ڪوس عشاقان، روز ازل ڪون آهي ڙي آهي.

۴ - شوق شهادت جنهن کي 'ڪوجهي'، پير پلي سو پائي ڙي پائي.



# ڪافي

## ١٦٨

تلهـــ : عـــاشق پيـــارا توکي واڌايون، هوت هزاري چاڻ آيو.

١ ـ عـاشق پيـارا ڪر ڪا تيـاري، اڄ گـهـر ايندءِ هوت هزاري،
پاڻ جبيبن ويڙهو وسايو.

٢ ـ مـاندي نہ ٿي پاڇڻ جائي، تنهنجي پرين کي سـار سـدائين،
دم دم تو لئي يار پڇايو.

٣ ـ دانهن نہ ڪر ڪا دردن مـاري، روج ڍرو ڪر سُورن ڳاري،
درد تنهنجي جو دارون بہ آيو.

٤ ـ ڇو ٿي جهـڄين ڇوري نماڻي، وَرُ وسـيلو تـيندءِ سـاڻي،
'ڪوجهي' تنهنجو عرض اگهاڻو.



تلهہ : عجب چالي يار، برهہ جي.

١ - بره ڪنهن سان ڪين رهائي، جيڏيون ڪيو اعتبار،
چمي سر تي بره ڪنيو جن، سر تنهين جو ڏار.

٢ -اول زوري نعرو هڻائيئہ، پوءِ ڪڍي تلوار،
حق پوليندي منصور سهٽو، سوليءِ تيو هسوار.

٣ -من خدايم ڏٺي الايو، ڪهڙو ڏوهہ عطار،
ڪير برهہ بن مئا جياري، پوءِ ڳل اُتار.

۴ - شاهہ عنايت صوفي سڏايو، سر ڏڙون تيو ڏار،
حق تي هن سر ڏنو، تيو عشقون پار.

۵ - آيو وارو اڄ 'ڪوجهيءَ' جو، بيشڪ آه تيار،
گهوري تنهن تئون، منهن ڏنو جن، سر صدقي صدبار.



# ڪافي

## ١٧٠

ٿلهه : عجب آه بيان، برهه جو.

١ ـ ڪڏهن ٻاروچي ٻانڀڻ خاطر، ڪيچ ڇڏيو مڪران،
ڪڏهن سسئي سورن ماري، جَتَ لئي بيجان.

٢ ـ ڪڏهين رانجهن هير جي ڪارڻ، ڇڏيو شاهي شان،
شاهه هزاري خاطر هُيَڙي، هير ڪڏي جي حيران.

٣ ـ ڪڏهن راڻو هيڙو عاشق، مومل لئي مستان،
ڪڏهن مومل آزي نيازي، رُلو راڻل خان.

۴ ـ ڪڏهن ملڪن ڏنا ٿي سجدا، عبد ڪڏي ميان،
ڪڏهن فرشتن جو سَرڪردو، اڄ سوئي شيطان.

۵ ـ ڪڏهن سڏي ٿي ڪول وهارئيون، اڄ آهيان بيگان،
سبب ايهو تہ هان 'ڪوجهي'، هي يي هڪڙو بهان.



# ڪافي

## ١٧١

ٿلهہ : عمر آه دلڙي، مارن ڪانڻ ماندي،
ڪندو شال مولي، هوتن سان هيڪاندي.

١ ـ هيس خان خوش مان، سانگين سان سدائي،
ڇني ڇو تو ڇوري، اباڻن ڪان آندي.

٢ ـ ڏوٿين ڏينهن لايا، جهوريءَ ۾ جهجان ٿي،
ڪڏي ڇڏ هيءُ ڪوٽون، ڀلا خان باندي.

٣ ـ مارُيون مير تنهنجون، ڀونگين مٿ نہ ڀانيان،
وڃي شل ڪتيندس، پنوهارن سان پاندي.

٤ ـ ريشم ڪانڻ تنهنجي، لڄايان نہ لوئي،
ڪتا بہ اکين تي، گهوريان سونُ چاندي.

٥ ـ ڪلي ڪيت سان مون، لڏيون خان لانوان،
جيئي ورَ 'ڪوجهي' جو، ڪندس ٻي نہ شادي.



## ١٧٢

ٿلهه : عيد اضحيٰ عيد عشاقان، ناهه مُلين دي بات ميان.

١ ـ پيٽ دي خاطر ڪرندي بهانا، ول ول ڏسندي طعام تي ڪانا.
ٻڪريان ڪُهڻ ڪم زنانا، سر عشاقان ڪات ميان.

٢ ـ عشق اڏي تي جيڪو آوي، عيد اضحيٰ اهو ملهاوي.
مرڻ تي مُلان مول نه آوي، چوڙ تنهين دي تات ميان.

٣ ـ ڊڪ ڊڪ ملان منبر چڙهدي، لنبي چوڙي خطبي پڙهدي.
ناحق نال عشاقان لڙدي، حيف تنهان هيهات ميان.

٤ ـ عيد سيان دي بخش انهانون، تيهه ڏهاڙي لنگهڻ جنهان نون.
عيد اضحيٰ يار اسانون، ڏتوسي ڏات ميان.

٥ ـ نفل نمازي چوڙ وي جاني، مِڻ مِڻ 'ڪوجهي' ڪرت زناني.
روح والي هَئي رَهت رنداني، نال نفي اثبات ميان.



# ڪافي

## ١٧٣

تلهہ : عرشون آ ڪي اپٽي رائي، ارض وسايا مين وو ميين.

١ - ميمي والا پوش لڳا ڪي، ملڪ منجهايا مين وو ميين.

٢ - شمس الحق هي ڪون وچارا، حڪم هلايا مين وو ميين.

٣ - بن ڪي ڪافر شاه علي دا، باغ لٽايا مين وو ميين.

٤ - قير يزيد تي لعنت والا، طوق لڳايا مين وو ميين.

٥ - مومن مين هُون ڪافر مين هون، جت ڪٿ آيا مين وو ميين.

٦ - 'ڪوجهي' هوڪي وچ صفاتين، ذات ڇپايا مين وو ميين.



# ڪافي

## ١٧۴

ٿلهہ : عشق اساڏائي امام، شاهہ درازي بڻ ڪي آيا.

١ ـ صورت پاڪي عرشون آيا، شاهہ درازين بيٺڪ لايا.
قبول محمد ڄام، بشري چاڪي بيک لڪايا.

٢ ـ ساقي هوڪر جام برهہ دا، پيالا ڏيندا وير ورہ دا.
مست و مست مدام، هوش عقل سارا تہ گنوايا.

٣ ـ جام ڪَنون اڄ مستي هوئي، سيٽ ڳَئي وو مستي هوئي.
هو هو والي مام، سر پر حال حلاجي ڇايا.

۴ ـ ڪين دا پولا پڄ پيوسي، ڪين هيوسي ڪين ٿيوسي.
ڪينو ڪين تمام، نقطي هڪڙي شور مچايا.

٥ ـ جت ڪٿ يارو مين هي وسدا، ڪک پن دي وچ ظُهر ميڏا.
هر گرو هر هرنام، پل 'ڪوجهي' نام سڏايا.



ٿلهه : عمر درازن هو وئي، شال هو وئي.
دلبر درازي دلارا.

١ - دائم درازين نِوي ميان، وسندا رهين تون آلو ميان.
الله نگهبان هووئي، شال هووئي، دلبر درازي دلارا.

٢ - مقبول هئين تون نوي ميان، وٺ مير محمد الو ميان.
مرسل مهربان هووئي، شال هووئي. دلبر درازي دلارا.

٣ - پاڪر قرب نوي ميان، پنجين تنين دي الو ميان.
وه چار ياران هووئي، شال هووئي. دلبر درازي دلارا.

٤ - تاج بره دا نوي ميان، تيڏي مٿي تي الو ميان.
وه شاه جيلان هووئي، شال هووئي. دلبر درازي دلارا.

٥ - مهرين پريا نوي ميان، مطلوب جاني الو ميان.
'ڪوجهي' تہ دربان هووئي، شال هووئي. دلبر درازي دلارا.



## ڪافي

### ١٧٦

ٿلهہ : عشقا! قسم خدا کي، توهي امام ميرا.
دونون جهان مين توهي، مطلب تمام ميرا.

١ ـ تيري لئي اي عشقا! در در مين پهر رها هون.
دم دم درازي در پہ، سجدا سلام ميرا.
٢ ـ اقرار مين الستي، هرگز ڪبهي نہ بهولا.
والله وفا ڪرون گا، ازلي انجام ميرا.
٣ ـ مدت سي بيوطن هون، در در بهٽڪ رها هون.
اب باز لا مڪانم، ڪر دي مقام ميرا.
۴ ـ ڪر دي جسم فنائي، هو ذات مين هڪائي.
وحدت مين هو ٺهڪانا، شاها مدام ميرا.
۵ ـ اصلي تُو تها خدا مين، انسان بنکي بهولا.
واپس مجهي دلادو، عشقا! حکام ميرا.
٦ ـ لاکهون ني فيض پايا، چهوڙ نہ ايک بچاره.
مدت سي کهہ رها هون، سن لي ڪلام ميرا.
٧ ـ 'ڪوجهي 'تمهين مبارک، مطلب تمام هو گيا.
بس هي کہ يار بولا، ڪوجهي غلام ميرا.



# ڪافي

## ١٧٧

ٿلهه : قاصد پيارا دوڙ درازين، هوتن ساڏا حال سڻاوين.

١ - رو رو آکين يار سياڻا، پيش حبيبان نال نماڻا،
مٺڙي ٻولي ٻول الاوين.

٢ - ڏکندي ڏينهن لنگهاوين، روندي روندي رات وهاوين.
نام الله دي ڦيرا پاوين.

٣ - باهه بره دي مچ مچايا، طلب تتي نون ڏاڍا تپايا.
هڻ چا درسن دوت وڪاوين.

٤ - دم دم اندر ورد تُساڏا، دل وچ دائم درد تساڏا.
هَس هَس سهڻا ڳل لڳاوين.

٥ - رڳ رڳ ٻولي ماهي ماهي، من اندر تار اهائي.
آوين آوين، مُنهن نہ مٺاوين.

٦ - رو رو آکي 'ڪوجهي' ويچاري، دوست، دلاسا ڏي دلداري.
شال ولهي دا ويڙها وساوين.



# ڪافي

## ١٧٨

ٿلهه : قاصد ڪيها عاشق پيارا، نيهن نياپو ڪونہ ٻڌوسِن.

١ ـ عاشق ۽ معشوق جو ناتو، عشق ٻنان ڪنهن ٻئي نہ ڄاتو.
نياڪُل وچم ڪونہ ڏٺوسِن.

٢ ـ آگ اندر جي ڪين اُجهامي، جان جگر ۾ سينو ڪامي.
دونهون ٻاهر ڪونہ ڏٺوسِن.

٣ ـ درد جو ڏيندڙ عاشق جوئي، درد جو دارون ويج نہ ٻيوئي.
وچ وڪيل ڪونہ سُٽيوسِن.

٤ ـ نينهن جو ناتو پاٿهي لاتئہ، پيچ پريمي پاٿهي پاتئہ.
عشق پڇي تان ڪونہ ڪيوسِن.

٥ ـ سُڌ تہ سڄڻ ڪي يار سيائي، قاصد ڳولڻ آهہ ڪچائي.
عاشق اهڙو ڪونہ پسيوسِن.

٦ ـ 'ڪوجهي' جي تان سهٽل چاهين، پينهُ اندر تان پريتم پاڌين.
ڀهڳڻ ٻاهر ڪونہ لڌوسِن.



## ١٧٩

ٿلهہ : قاضي ادا، تڪرار ڇڏ، مونکي دين سان ڪم ڪار ناهہ.
مان عشق جو آهيان بندو، مذهب مونکي درڪار ناهہ.

١ - تون آن مباحثي ۾ لڳو، سارو ڪتابن ۾ ٻُڏو.
ساڙي انهن ڪي مون ڇڏيو، ريءَ يار مون تَن تار ناهہ.

٢ - تون سُک سلامت لئي مرين، ۽ نيڪناميءَ لئي ڳرين.
ميتا واريءَ ڪڏ ۾ ڪرين، تو ٻي خبر ڪا چار ناهہ.

٣ - ڏک سور ۽ خواريءَ ڪنان، عاشق سچا ناهن ڊنا.
ڪاهي اچي جن سر ڏنا، تن ٻيو اصل ڪو ڪار ناهہ.

٤ - مسجد مندر ڪعبو مڙهيون، آهن اهي پڻ سڀ چڱيون.
سيئي مگر توکي پُڄيون، ظاهر بنا تو ڪار ناهہ.

٥ - مطلوب کي سجدو ڪرن، محبوب کي دل ۾ لهن.
پنهنجي يار سان هردم رهن، ٻيو عاشق واپار ناهہ.

٦ - قاضي مُلان جي تا پڇو، تان ڪن ڏيئي 'ڪوجهيءَ' ٻُڌو.
ايمان ۽ مذهب منهنجو، بِن شاهہ سخي سردار ناهہ.



# ڪافي

## ١٨٠

ٿلهه : قاصد آيو پار درياهون، يار اسان کي ياد ڪيو لا.

١ ـ قاصد پيارا سگهڙو ٻڌائين، ياد ڪيو ڪي ساڄن سائين،
حال ڏيئي دل شاد ڪيو لا.

٢ ـ اسان جي من ۾ هردم وسي، سڀ ڪجهه پاڻ پيو تو پسي،
ديدار ڏئي آباد ڪيو لا.

٣ ـ جلدي ڳالهه سچي ڪر ساري، ڪيئن هو منهنجو هوت هزاري،
'ڪوجهي' تي امداد ڪيو لا.



# ڪافي

## ١٨١

ٿلهہ : قبولڻ مير سهڻا، وڏڙي چمار هووَئي،
مامي تان نهار هووي، پنجان دا پيار هووئي.

١ - ويس متاڪي ساجن آيا، سر تہ سچل دي ظهرا پايا،
اهو ويس سخاوت والا، هميشہ بهار هووئي.

٢ - نُور اهوئي صورت نياري، دام بره دا ازلون جاري،
لک لک وار چمار سڄڻ دي، نگهبان ستار هووي.

٣ - سيرت ساجن سرور والي، صورت ڏولڻ حيدر والي،
عرش فرش تي نعرا تيڏا، رسولي وقار هووئي.

۴ - صورت آدم الله آيا، ڪلجڳ اندر عشق جڳايا،
در در ڏوليا، فيض تساڏا، غريبان دي سار هووي.

۵ - گهوٽ وسائي ڇهين گادي، گهر گهر شادي عشق آبادي،
هردم هادي باغ بهاري، گل و گلزار هووي.

٦ - مين جو دعاڳڻ 'ڪوجهي' ويچاري، شاه نوازين در دي ٻڪاري،
وسندا هووين نال فقر دي، 'ڪوجهي' پي ڪنار هووئي.



# ڪافي

## ١٨٢

ٿلهـــــ : قـــسم هـــي خـــدا ڪي نـهـــيـن اور واحـــد.
بَجُز شاهہ شاهان قبول محمد.

١ ـ ڪَهو مُجهڪو مشرڪ، ڪَهو مجهڪو ڪافر، نهين جرم ڪرنا سچي.
يهي رب سبحان قبول محمد.

٢ ـ آيا وو عـرش سي ڇپـا ذات احدي، جڳائي بره ڪو ڪيا پوش عـبـدي.
نهين ڪوئي انسان قبول محمد.

٣ ـ پڇانا تجهي مين شـهـِ حُسن ذاتي، بهـر جا بجا تو سـيـار صـفـاتي.
شهِ مرد مردان قبول محمد.

۴ ـ زبان پي هي دم دم تيـري يادگـيـري، دلون پر ڀہ قـائم هي تصـوير،
ميري جان جانان قبول محمد.

۵ ـ مين ساجد تمهارا تو مسجود ميرا، تو خالق همارا مين مخلوق تيرا،
ميري دين ايمان قبول محمد.



# ڪافي

## ١٨٣

ٿلهه : ڪاهي شير خدا رس، مولا علي المرتضيٰ.
مرتضيٰ، مرتضيٰ، مرتضيٰ.

١ ـ آهين تاج فقر شاهِ ولي، توکي واڳون وحدت جون ڪُليِ.
سُٺي منهنجي سدا رس، مولا علي ......

٢ ـ آهيان سارو ٻيائي ۾ ٻڏو، ڀڄو ڀوتار هستيءَ جو هڏو.
ڪاهي دلدل مٿا رس، مولا علي ......

٣ ـ دل نيهي نوازش تي گهري، جسم هَي هَي ڪِنا ڪم ٿو ڪري.
ماري موذي مٿا رس، مولا علي ......

۴ ـ ڀري سهڻا پيالو پرت جو، هَٿون شاهه درازيءَ جي ڏجو.
اگهي آزي اها رس، مولا علي ......

۵ ـ اگهي آزي اها داتا ڏٺي، تئي 'ڪوجهي' هاڻ شال سهٺي.
اچي مُشڪل ڪُشا رس، مولا علي ......



# ڪافي



ٿلهه : ڪاهي مشڪل ڪشا ڪر، مشڪل ڪشائي، يا علي.
يا علي، يا علي، يا علي.

١ ـ تون ئي لَولاڪ مالڪ جو اخي، تون ئي لحمڪ سندو صاحب لکي.
تنهنجي تابع سراسر ساري خدائي، يا علي.

٢ ـ آهي ارض وسما تنهنجي بلي، حڪم تنهنجو ٿو ڪل شيءِ تي هلي.
ڪرن شاهه گداگر در جي گدائي، يا علي.

٣ ـ تون ئي والي والايت عشق جو، سدا ڪرم سخاوت مرڪ تو.
اچي صاحب سخا ڪر عشقون عطائي، يا علي.

٤ ـ آهي ڪرمن اندر جي ڪاڻ ڪا، تون ئي مالڪ سڄي قلم و قضا.
ڪيو قدرت جا قادر ڪرمون ڪچائي، يا علي.

٥ ـ سهڻي سخيءَ پسايو در تنهنجو، رهي سايو سدا سرور تنهنجو.
هجي سرتاج پاڪر تنهنجو سدائي، يا علي.



# ڪافي

## ١٨٥

ٿلهه : ڪانگل ڏيج ڪا ڪَل، مونکي شاهه دراز جي.

١ ـ وڄ اڏامي عجيب ڏي، ڏول نه ڪر تون ڏل ميان.
روئي ادا تون راوَ ڪي، حال سارو وڃي سل ميان.

٢ ـ قتيل سوز فراق جي، درد رُئاري دل ميان.
ويتر ويڳاڻو ڪيُو، وِير تنهنجي ول ڇل ميان.

٣ ـ جيءُ اديون سارو جهڄي، جوش نه ڏئي تو جهل ميان.
پون اليلا دم بدم، هيئين مچايو هَل ميان.

٤ ـ راتيان ڏيهان ريهون ڪيان، پُور پون پلپل ميان.
درد اڇي جهوڪان پڌيون، جال وهي تو جل ميان.

٥ ـ آءُ ته اوريون پاڻ ۾، بخش پلا ڪٽي پُل ميان.
'ڪوجهي' سان ڪوهيار تون، ريجهه اڇي رلمل ميان.



## ڪافي

۱۸٦

ٿلهه : ڪار ڪتڻ جي آءٌ ته نه ڄاڻان، ڪر ڪو پلا. تون پال ميان.
جيئين سدا. تو ن شال ميان.

۱ ـ چرخو چوريو ڪين ٿي، ڪونهي مُئيءَ جو حال ميان.

۲ ـ پاندي پوري ڪرڻ جي، مُئي کي ناهه مجال ميان.

۳ ـ هڪ ته پُراڻو ايت آهي، مُئيءَ م پيو نه افعال ميان.

۴ ـ سُٽُ ته سڙيءَ جو شال ٿئي، ٻن ڪَتِئي ته بحال ميان.

۵ ـ ڪتيو 'ڪوجهيءَ' ڪين ٿئي، ڪر تون معاف ڪشال ميان.



## ڪافي



ٿلهه : ڪيڙو جام پرين جي مخمور اديون،
تيڙس مست ويو غير غرور اديون.

١ - پاڻ وڃائي نوي، پاڻ سڃاتم الا،
آدم ڪير چوي، هان ڪل نور اديون.

٢ - پنهنجو نقارو نوي، پاڻ وڄايم الا،
ڪاٿي شمس چون، ڪٿ منصور اديون.

٣ - قاضين ڏوهه نڪو، صورت ساڳي هيا الا،
سوليءَ سيج ڪئي مون، منظور اديون.

٤ - آهيان حُسن سچو، نور رباني الا،
'ڪوجهي' پاڻ سڏي، تِيُس مشهور اديون.



# ڪافي

## ١٨٨

ٿلهہ : ڪري قــرب ڪوجهيءَ تي. ڪـٿي نماٽي نواز مــيــان.

١ ـ ڪر عطا مـــســـڪين تي، رندن وارو راز مـــيـــان.

٢ ـ ڏَس وحــدت جي واٽ ڪا، ســازؔ ڏئي جو ســاز مــيــان.

٣ ـ سَل تہ ســاجن سِگهـــڙو، نينهن وارو ڪو نيــاز مــيــان.

٤ ـ حــال حــلاج جو نصيب ٿي، ڪريو شــوق شــهــبـاز ميـان.

٥ ـ ٿيءُ نـہ مــــانـدي 'ڪوجهڙي'، مــرشــد شــاهہ دراز مــيـان.



# ڪافي

## ١٨٩

ٿلهه : ڪا ڪنهنجي ڪا ڪنهن جي، مان تنهنجي خلاصي.
سڄڻ پيو نہ گهرجي، مان تنهنجي پياسي.

١ - ازل ڪان عجيبا!، لذم تو سان لاوان.
متان گهوٽ توڙين، ايها پرت خاصي.

٢ - اصل جون اوهان سان، پڌل يار پولان.
هاڻي چو هجر سان، ڪرين تو أداسي.

٣ - جنهن ريت ريجهين، راڻل! راز ڏي سو.
تنهنجي ڪاڻ ٿي هان، مان جوڳڻ سناسي.

٤ - سڄڻ! نيٺ سهوان، آدم ڪان ئي پونديون،
ڏکڻ هار تون ئي، مان انسان عاصي.

٥ - ناهي هوت! واجب، نماڻن سان ماٺو،
تون سهڻو شاهنشاه، مان 'ڪوجهي' ميراثي.



## ڪافي

۱۹۰

ٿلهہ : ڪيڙو موج برهہ جي مستان مونکي،
ويڙو دين رهيو ڪونہ ايمان مونکي.

۱ - آهيان غرق نوي، وحدت واديءَ الا،
وسريم پاڻ ناهي ياد جهان مونکي.

۲ - آهيان يگانو، نوي، ذات هڪائي الا،
ڪونهي هُو هُو بنان ٻيو سامان مونکي.

۳ - ڇاڪون پاڻيهي نوي، سفر قبوليم الا،
هَي هَي حيرت انهيءَ ڪيو آ حيران مونکي.

۴ - جت ڪت 'ڪوجهي' چوي، صورت تنهنجي الا،
ڇا انسان چو يا سبحان مونکي.



# ڪافي

## ١٩١

ٿلهہ: ڪرم ڪر ڪريما، ڪرم شانَ تنهنجو،
رحم ڪر رحيما، رحم شان تنهنجو.

١- سخيءَ در سوالي، وجي ڪونہ خالي،
سخاوت جا والي، ڪرم شان تنهنجو.

٢- خطا ذاج منهنجو، عطا مرڪ تنهنجو،
ڪجو وڙ ڪو پنهنجو، ڪرم شانَ تنهنجو.

٣- جيهو وڙ آهہ جنهنجو، ڪري وڙ سو پنهنجو،
جرم ذاج منهنجو، ڪرم شانَ تنهنجو.

٤- سوين پيو سنوارين، ولهي جو وسارين،
مهر شال ڪارين، ڪرم شانَ تنهنجو.

٥- 'ڪوجهي' ٿوڙي ڪاري، سهُٽل! تنهنجي ساري،
سچڻ! ڪر ستاري، ڪرم شانَ تنهنجو.



# ڪافي

## ١٩٢

ٿلهه : ڪنهن نون آک سڻاوان، ايهو حال اندر دا.

١ - آک ڪر ناحق آک وڃاوان، آکڻ دي بات نه ڪائي،
مرسان مرسان حال نه ڏيسان، ويسان دل وچ چائي،
سور سڄن دا سيني اندر، پيئي زور سماوان.
٢ - ساجن ساجن ورد هي ميڏا، ساجن مول نه آوي،
جنهن دي ڪيتي مرندي جيندي، اُوهو پير نه پاوي،
ڏک وچ ساري ڏينهن ڪٽيندي، رو رو رات لنگهاوان.
٣ - دانهن سڄڻ دي ڪنهن نون ڏيوان، حاڪم اور نه ڪوئي،
درد اسان نون جنهن ئي ڏيتا، ويچ طبيب اُو هووي،
٤ - منڙي ٻولي ٻول ڪي پهلي، دلڙي هوت ڪسيوئي،
زوري زوري ياڪر پاڪي، قرب دي نال ڪڙيوئي،
٥ - سوز سڄڻ دي ساڙيا سينا، جل ڳئي جيري ٻُڪيان،
سور سماڪي سيني اندر، هُڻ مين ساجن ٽڪيان،
ملندا ايوين تان مل وو ماهي، نت چا ساهه اڙاوان.
٦ - 'ڪوجهي' نال جنهن جو ڪيتا، تنهن نون ايهو پاراتا،
جُڙيا هوسي جڳ وچ دائم، شاهه درازي داتا،
ليڪين توڙي يا نه ليڪين، پيئي نينهن نياوان.



# ڪافي

## ۱۹۳

ٿلهه : ڪم مُلين دا نهين وي يارو، عــشق اڏي تي آوڻ ڪنڌ ڪپـــاوڻ.

۱ ـ روز ازل ڪنون ڏاج عشاقان، ڪون سڌ! عشق ڪَڏاوڻ نينهن نچاوڻ.

۲ ـ مـرڪ عـشـاقـان بار مـلامت، پيـر نہ پُـتي پاوڻ، قـدم بڙهاوڻ.

۳ ـ تيـز تکي تلقين انهـانون، بار غمـان سـرچاوڻ، عــشق ڪهـاوڻ.

۴ ـ ڪار مُلين دي نفل نمازان، ڪـيل زنانا لاوڻ، ٺڪـري ڪـاوڻ.

۵ ـ لنبي چوڙي خطبي پڙهدي، ناحق مــغز ڪـپـــاوڻ، وقت وڃاوڻ.

۶ ـ 'ڪوجهي' مرد انهانون سڏي جي، سر جنهان سانوڻ، وره وسـارڻ.



# ڪافي

۱۹۴

ٽلھ : ڪٽي واڳ وطن تي وار سخي، ٽولئي ڏينھن ڪون ھان يار ڏکي.

۱ - ماڳ پنھنجي تي موٽ مسافر، دور نہ رہ تو ايڏو دلبر.
ور ور منھنجا لال لکي.

۲ - تو ڏي تکن تا نيڻ نماڻا، جلد اچي پر پُورل پاڻا.
ويٺڙي آھيان آس رکي.

۳ - فائق کر تون فضل جو ڦيرو، موٽ سويرو پيچ نہ پيرو.
سکڙي لڳي ٿم تيز تکي.

۴ - ياد پون ٿيون وصل جون ڳالھيون، ھجر وھايون نير جون ناليون.
صحبت سان کر يار سکي.

۵ - محبت تنھنجي مچ مچايو، صحبت لئي تو يار سکايو.
درد ھجر جي ڪيڙو دکي.

۶ - قسمت ۾ جي ڪاڻ لڳائي، قادر قدرت توکي سيائي.
ميٺ مندي جا لوح لکي.

۷ - لعل لنگھي ويا ڏينھن گھٽائي، موٽ اچي مل پياس اُھائي.
وصل جي 'کوجھي' يار بکي.



ٿلهه : ڪٿي نيڻ نهار، نگارا، دم دير نہ واجب يارا.

١ - توکي لائق ائين ناهي، پرين مُنهڙو ڇو ٿو لڪائين،
ڪڍي لاهہ نقاب پيارا.

٢ - اڄو وصل جا ورق ورايون، ملي داغ هجر جا لاهيون،
تو بِن ناهہ قرار دلارا.

٣ - متا تو لئي ماندي آهيان، ورهون پل واندي ناهيان،
اچي مل اڄ.جيءَ جا جيارا.

۴ - ايها آس اکين جي آهي، ڪٿي ڏس تون گهونگهٽ لاهي،
ڪر 'ڪوجهي' جا ٿين سارا.



# ڪافي

۱۹٦

ٿلهہ : گولين جي آهيان مان گولي، ذات فاروقي جي تہ اصل ڪون.

۱ - شاهہ عمر تان مون نہ ڏٺو هو، پانهپ مون اڻ ڏٺ ٻولي.

۲ - سچل سچاتم ٻال جتيءَ ۾، ماءُ ڏني هم هيءَ لولي.

۳ - شاهہ سخي ڪنيو شوق منجهارون، ڇوريءَ کي ڏئي ڪا ڇولي.

۴ - ذوقون زوريءَ الهڙ کي آٿي، شاهہ وڏي هم هيءَ چولي.

۵ - ڳڻن ڳڏي هان يار سخيءَ جي. گهوٽ اُتون اولي گهولي.

٦ - 'ڪوجهي' کي جان شاهہ نوازيو، تولي متان آئي ٽولي.



# ڪافي

## ١٩٧

ٿلهه : گوڪل پيارا مرليءَ وارا،
تنهنجي تنهنجي مان، تنهنجي تنهنجي مان.

١ - ڪونهي وسيلو تو بن ڪوئي، ڪاڏي وڃان (پريو) داتا.

٢ - جهڙي تهڙي موهن تنهنجي، ڪهڙي ٻه هان داتا.

٣ - سورن سڙيءَ کي ڏاڍو ستايو، ڪنهن کي سليان.

٤ - حال نڌر جو معلوم توکي، چئي ڇا چوان.

٥ - درڙو تنهنجو ڪونه ڇڏيندس، ڪاڏي وڃان.

٦ - ننگ 'ڪوجهيءَ' جو گوڪل توتي، صدقي وڃان.



# ڪافي

## ١٩٨

ٿلهہ : گـوبند آيا گـُر پي آيا، ڪس ڪون سـيس جهُڪـانا هي.

١ ـ ڪَهـو ري سـاڌو سـونچ پرولي، ڪس ڪي چرنين جانا هي،
گـــوبند هي وو جڳتـــر داتا، گر هڪ روپ بهـــانا هي.

٢ ـ گـــوبند ڇوڙڪي پهلي ســـاڌو، پاس گرو ڪي آنا هي.
گـوبند ڪو هي گـرني لايا، گر ڪو سـيس جهـڪـانا هي.

٣ ـ گـوبند چاهو گـُر ڪو جائو، گـُر بن گـيـان نہ پانا هي،
پريم دي پهلي منزل ســاڌو، ســتگر وچ ســمــانا هي.

٤ ـ گـــوبند گر ۾ فـــرق نہ ڪوئي، ديهي پوش اُتـــانا هي.
صدقي 'ڪوجهي' گـُر دي اُتون، گـــوبند جس ۾ پانا هي.



# ڪافي

## ١٩٩

ٿلهه : گِرِ گرڌاري ڪرشن موراري.
تونهين تونهي آن، منهنجو تونهين تونهين آن.

١ ـ گوبند تون ئي، گوتم تون ئي، رام گوپال منهنجو.
تونهين تونهين آن .......

٢ ـ ڪان ڪنيو منهنجو نہ ٻيو ڪو، شري شمپال منهنجو.
تونهين .......

٣ ـ تو بِن ڪنهن ڪي حال سڻايان، واقف حال منهنجو.
تونهين .......

٤ ـ سرتين آڏو ڪيم لڄي ڪر، لڄڙي پال منهنجو.
تونهين .......

٥ ـ پريم پيالو پيارا پيار، ٻيو نہ سوال منهنجو.
تونهين .......

٦ ـ داسڻ 'ڪوجهي' پرتئہ سهڻا، دين ديال منهنجو.
تونهين .......



# كافي

## ٢٠٠

تلھہ : گوڪل تيڏڙي گوليان، مينون نہ چوڙين سانولا.

١ ـ ڪرشن پياري آءُ اُتاري، لک لک ڏيوين لوليان.

٢ ـ درشن ڏيوين دُور نہ جاوين، چاھہ ڪرايم چوليان.

٣ ـ پريم تيڏي دي پياس اسانون، پر پر ڏيوين جھوليان.

٤ ـ ڪرشن آوين پار لنگھاوين، چوھہ نہ ڏيوين چوليان.

٥ ـ داسڻ 'ڪوجھي' شَرڻ تمھاري، گوڪل تون سر گھوليان.



# ڪافي

## ٢٠١

ٿلهه : گم رهنا يار سدائين، عاشق پائي.
محبوب کي صورت ۾.

١ - مڪ محبوب دا ڪعبا قبلا، اور نہ ڪوئي مسجد مصلا.
رخ دلبر نور الاهي، قسم خدائي.

٢ - پل پل چرخا چور ذڪر دا، دم دم دي وچ خيال فڪر دا.
ڦر ڪرنا جسم فنائي، خود گنوائي.

٣ - دل وچ نقشا شاهہ اسم دا، رک تون ثابت خيال قدم دا.
ٻڙنا هٽنا نا جائي، وک سوائي.

۴ - دين ڏئي دا ورقا ڏونا، آپ گنوا کي آپي هونا.
پڇي حاصل برهہ بقائي، هڪ هڪائي.

۵ - مانو مانو يار پيارا، ٻن صورت دي اور نہ چارا.
ايوين يار 'ڪوجهيءَ' پائي، شڪر الهائي.



# ڪافي

## ٢٠٢

ٿلهہ : لطف و ڪرم ستاري، سرور ! آ شان تنهنجو،
فضل و ڪرم غفاري، پرور ! آ شان تنهنجو.

١ ـ مون ڪان اباڻي غفلت، توڪان شاهاڻي شفقت،
بخشش آ مرزگاري، داور! آ شان تنهنجو.
٢ ـ آهيان بني اياڻي، ناقص نذر نماڻي،
جود و عطا ڏاتاري، ڏاتر! آ شان تنهنجو.
٣ ـ ڪوثر بره جا والي، سوالي نہ ڇڏ، تون خالي،
سڀ تي سخا جي واري، غافر! آ شان تنهنجو.
۴ ـ تو بِن نہ واهہ ڪائي، تو ريءَ نہ راهہ ڪائي،
بيوه يتيم ياري، ياور! آ شان تنهنجو.
٥ ـ نورِ خد آن تون ئي، نور الهدا نہ بيوئي،
گمراه سان راهداري، رهبر! آ شان تنهنجو.
٦ ـ مج منت آه زاري، ڏوليا! تون ڏَڪ اگهاڙي،
سڀ تي ستر ستاري، ساتر! آ شان تنهنجو.
٧ ـ پنهنجي افعال جاني، پنهنجي مون ڪئي خزاني،
نئين سر بره بهاري، دلبر! آ شان تنهنجو.
٨ ـ هرڪو ڪري چڱائي، سهڻل! چڱن سان جائي،
'ڪوجهي' متي پلائي، قادر! آ شان تنهنجو.



# ڪافي

## ٢٠٣

ٿلهه : لک لک مير مبارڪ، لک لک وير واڌايون.
مِهرون نماڻي نوازيَئه، بي حد تنهنجون ٻلايون.

١ - ظاهر منجهه زماني، سچ پچ هُئي ناميدي،
توئي اميد بنائي، هُيڙي بات نه ٻي جي،
وه وه نعرو وڄائيئه، ڏيندا ڪيئي گواهيون.

٢ - قول ڪوهيارل پاڙيئه، ڏاڍي چڪڻ مان چاڙيئه،
وحدت وير منجهون پڻ، ويندي شال لنگهايون.

٣ - تنهنجي انت جي پيارا، ڪنهن ڪي ڪل نه ڪائي،
تنهنجو نمونو نيارو، تنهنجي واٽ نرالي،
اڳڪي جتي ٻِهن ٻيا، وڃي نه تت گهوڙو ٽپايون.

۴ - لائق هئي نه ڪميني، پاڻون ٻال ٻلايئه،
ننگڙو پنهنجو ڪو پاليئه، ويران ويڙهو وسايئه،
لاتئه ڏاڍي بهاري، گيت شڪر جا تا ڳايون.

۵ - قرب ڪروڙين ڪاريئه، هي ٻي عرض اگهائين،
جيئن تو هيڏو نوازيو، تيئن شل توڙ رسائين،
هردم گودڙ شاها، وَت تون 'ڪوجهي' لڪايون.



# ڪافي

## ٢٠٤

تلهه : لک لک يار واڌايون، رانول رهيو هتي آهي.

١ - لک لک تورا سخيءَ جا، بيحد ڀال ڀلايون،
عرض اسان جو اُنائي، رانول رهيو ....

٢ - لائق ڪين هياسي، پنهنجو قرب ڪيائون.
ٻيهر عشق جڳائي، رانول رهيو ....

٣ - موتي ميگهه ملهاريا، نئين سر باغ بهاري.
بادل عشق وسائي، رانول رهيو ....

۴ - وحدت درياه نوي ميان، موجان موج الا لا.
جهنگ جهر پلٽي بنائي، رانول رهيو ....

۵ - گهر گهر شادي نوي ميان، در در خان آبادي.
ويران ويڙها وسائي، رانول رهيو ....

٦ - معشوق سبز پوشاڪي، عاشق مست ديوانا.
واءُ وصل جي گهُلائي، رانول رهيو ....

٧ - وه واه وقت سياڳو، ڪاري 'ڪوجهي' قبولي.
يار ٽولي جا اُنائي، رانول رهيو ....



# ڪافي

## ٢٠٥

ٿلهہ : لايو مون سان شال نيائيندا،
نيائيندا تہ رهائيندا.

١ ـ ڪونہ ڇڏيندم هيڪل، ورتيون ساڻ هلائيندا،
نيائيندا ......

٢ ـ معاف هجر مون تئون تہ ڪندا، سيني ساڻ لڳائيندا،
نيائيندا ......

٣ ـ اتم اميد الله ۾، واڳ وطن تي ورائيندا،
نيائيندا ......

۴ ـ ناتو لاهي نينهن جو، مُنهنڙو ڪين مٽائيندا،
نيائيندا ......

۵ ـ ڏسندا ڪچايون ڪين ڪي، پنهنجا پال پلائيندا،
نيائيندا ......

٦ ـ ماندي ٿيءُ نان 'ڪوجهڙي'، نيٺ وٽاڻ وسائيندا،
نيائيندا ......



# ڪافي

۲۰٦

تلهہ : مدني ڪوهيار مٺڙا، مالڪ اسان جا مولي.
هادي اچي ڏي هٿڙا، دم دير ڪر نہ ڍوليا.

۱ ـ عيبن ڀريا هون سارا، ڪوجها ڪنا ۽ ڪارا.
جهڙا آهيون ٻہ تهڙا، گولن سندا هون گولا.

۲ ـ ننگدار تون نيارو، سڀ جو تون ئي سهارو.
ڏاتر تون لاهہ ڏکڙا، اولا ڪرين تون سولا.

۳ ـ گل قل شجر ڪوماٺا، توريءَ سُڪي تيا ساٺا.
مهرون وساءِ مينهڙا، تاريو جهَڪون ۽ جهولا.

۴ ـ ساقي وسيئي ميخان، پلپل ڀري ڏي پيمان.
پيو اٺ ميو ڏي مٺڙا، توريو ماسا نہ تولا.

۵ ـ اچ يار هڪ تي هيڪر، تي نان جدا تون پيهر.
اڏ اڏ وصل جا پڪڙا، لاهيو هجر جا رولا.

٦ ـ ڪر ڪا سخيءَ جي سانگي، مرسل مهر اسان تي.
سُڻ سُڻ اسان جا سڏڙا، اڪڙين تون لاهہ اولا.

۷ ـ ڦر ڦر 'ڪوجهي' نہ چوڌر، ڀهڳڻ نہ ڳول ٻاهر.
در در نہ ڪر تون پنڌڙا، ڪر تون اندر ۾ ڳولا.



## ڪافي

۲۰۷

تلهه : مدني حبيب منٺڙا، اچ آءُ پرين اوتاري،
ڏکڙا گهڻا مون ڏٺڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.

۱ - وَرَ وَرَ وساءِ ويڙهو، داور! ولهيءَ جو ديرو،
ساريو ڪيان تي سڏڙا،. اچ آءُ پرين اوتاري.
۲ - دلڙي سدا تي دانهين، تو بِن قرار ناهين،
صدها سُور مون ڏٺڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.
۳ - تو بِن ڪونهي وسيلو، هيڻي جو تون ئي حيلو،
ڏاتر تون لاهه ڏکڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.
۴ - وَرَ وَرَ ولهيءَ جي واهر، مولي اڙين جي آڌار،
ڏاڍا لنگهي ويا ڏينهڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.
۵ - در در ڦران ديواني، ويو هوش تي حيراني،
هادي اچي ڏي هٿڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.
۶ - مون ڪان سدا خطائون، توڪان سدا عطائون،
پنهنجا سڄاڻ ننگڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.
۷ - عاجز تي فرض آزي، قادر تي ڪارسازي،
رس رس رسول منٺڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.
۸ - 'ڪوجهي' آهيان مان ڪاري، سهڻا! ڪر ستاري،
پرور وساءِ پکڙا، اچ آءُ پرين اوتاري.



# ڪافي

## ٢٠٨

ٿلهہ : ميل ڏٽي مارو‍ئڙا، جن لئہ ماندڙي آهيان،
وِرهون واندڙي ناهيان.

١ ـ خبر نہ هئي ڪا ايندي، ويل ايها وَرَ نيندي،
هيئَن بہ ڪا ڦر ٿيندي.

٢ ـ خبر نہ هجي ها اڳم، ڇوري ٿيندي يس جڳ ۾،
دوست جهليان ها دڳ ۾، روئي مان ريجهايان،
ميل ڏٽي مارو‍ئڙا.

٣ ـ سرتيون، ڇئو ڇو ويڙو، ڪيس اهو ڪيئَن ٿيڙو،
هوت اهڙو تہ نہ هيڙو، هاٿي مان پنهنجي ڪرمن ڇٺان،
ميل ڏٽي مارو‍ئڙا.

۴ ـ هنڌهنڌ هيئن ڪهجي، سور صبر سان سهجي،
راضي رضا ۾ رهجي، امر جي آڌو ڇاهيان،
ميل ڏٽي مارو‍ئڙا.

۵ ـ صبر شڪر سان ياري، 'ڪوجهيءَ 'نان درڪاري،
ڏاتا ڪر ڏاتاري، جنهين جي آهيان،
ميل ڏٽي مارو‍ئڙا.



# ڪافي

## ٢٠٩

ٿلهه : متا مارو آلهه آٿئي، دلين جا داغ وڃ ڌوئي،
سواءِ تنهنجي سخي سهڻا، ڪندو وري ڪير دلجوئي.

١ - گهڻا ڏينهڙا وڃي لاٿئه، ولهيءَ جا ور ورج وهلور.
اڃي لهه سار تون سهڻا، نڌر جو پيو ناهي ڪوئي.

٢ - گهڻا چاهڻ وارا توکي، لکن مون مان به ڪا هڪڙي.
خدايا ڪو ايندم وارو، مري ويندي سَس روئي روئي.

٣ - ڪميني جي ڪچاين جو، نه ڦولج يار ڪو ڦورو.
ولهيءَ جا وَر ڏکڻ ڏوليا، متان لاهين ڏنل لوئي.

٤ - سڙي دلڙي نه سل ڪنهن کي، دوا دارون نه پيو ڪوئي.
ڏنو جنهن سُور آ 'ڪوجهي'، دوا دارون سڄڻ سوئي.



# ڪافي

## ٢١٠

ٿلهہ : موت مسافر يار، الا دلڙي ٿي دانهين.

١ ـ موت مسافر نام اَلهَ جي، موت ڪٽي منٿار.

٢ ـ ناهہ مناسب ايڏو رُسامون، درد مندن سان يار.

٣ ـ رسڻ روا ميان کهڙين ڪتابين، شان پنهنجي ڏي نهار.

٤ ـ جهوڪ نماڻي پئي تي پڪاري، واڳ وطن تي وار.

٥ ـ پلپل پون تو لئي اليلا، ساهہ ڏيئي اڇنگار.

٦ ـ قلب نماڻو ڦٿڪي اوهان لئي، روح ڪري ٿو راڙ.

٧ ـ 'ڪوجهي' ڪاري تنهنجي پناري، هوت اچي لَهہُ سار.



# ڪافي

۲۱۱

ٿلهه : مَـٿ مـوراڳي مـاهه نـه پيـو ڪو،
مَـٿ درازي شـاهه نـه پيـو ڪو.

۱ ـ ساجن منهنجو سدا سهڻو، جَهڙُس جڳ ۾ ناهه پيو ڪو.
صورت سخيءَ جي سِرُ سچل جو، ساڳيو جلوه جاه نه پيو ڪو.

۲ ـ سڪندر دارا سوين سلامي، لشڪر ساڻ سپاه نه پيو ڪو.
نمي خدائي ساري سڄڻ ڪي، شاهن جو آ شاه نه پيو ڪو.

۳ ـ پلپل هادي حامي اسان جو، اديون ڪريو ويساه.
ٽولي سچي سان رليو وتي ٿو، گڏيو ساه پساه نه پيو ڪو.

۴ ـ ويساه آٿيو اديون 'ڪوجهيءَ' تي، متان ٿيو گمراه.
بيڪ ڏسي تان پينر پُلجو، اٿو هوت الله نه پيو ڪو.



# ڪافي

۲۱۲

ٿلهـــــ : مـــــوج بـــره جي بـــهـــــار لـڳي،
واه سچل ميان تنهنجون پلايون.

۱ ـ وئـــــڙو ديس دراز جو، وره سندي وســــڪـــــار لـڳي.

۲ ـ باغ بهـــاريو آهي بره جو، هُو هُو جي هـبـــڪـــار لـڳي.

۳ ـ ٽڙيا گل گـــلاب جا، پـــورين جي پـــٽـــڪـــار لـڳي.

۴ ـ قرب منجهون 'ڪوجهي' چوي، چوڏس جي چمڪار لـڳي.



# كافي

## ٢١٣

ٿلهہ : ماڻيو مبارڪ جيڏيون، رهبر رهيو هتي آهي.

١ـ آزي اگهائي اسان جي، دولهہ درازيءَ داتا،
مينهن مهر جا وسائي، هادي.

٢ ـ دائم قائم ديرو، منجهہ درازن الا،
باغ نئين سر بنائي، هادي.

٣ ـ موقعو ڪيو آ مهر جو، ساقي سخيءَ سرداري،
جام جهجهو تو هلائي، هادي.

٤ ـ سرتيون سدوري ايهائي، پنو سخيءَ در دعا ئي،
سدا اسان سان نيائي، هادي.

٥ ـ عرض 'ڪوجهيءَ' جو قبوليو، شاهہ قبول محمد،
ايهو پال پلائي، هادي.



## ڪافي

۲۱۴

تلهہ : منهنجو جيئي سخي سرتاج ميان،
مونکي ڪاڻ نہ ٻي ڪنهن پار جي.

۱ ـ يار تہ منهنجو هڪڙو آهي، ذرو تہ ٻئي جو ڏسڻو ناهي.
منهنجو هادي آ ڪُل حاج ميان.

۲ ـ جهڙي تهڙي مان يار جي هان، يار بنان ڪنهن ڏي نہ ڪاهيان.
مونکي ناهہ ڪو ٻيو احتياج ميان.

۳ ـ شاهہ درازين دوست جو ديرو، پورل ڏنهن نان پيچندس پيرو.
مون لئہ ماڳ اهو معراج ميان.

۴ ـ ڪاڻ عبادت مونکي ناهي، دوزخ بهشت جو مون سان چا هي.
مان تہ محبت سندي محتاج ميان.

۵ ـ دين ڌرم ڪون مان آجي هان، روزي نماز جي تانگهہ ۾ ناهيان.
منهنجو شاهہ قبولڻ ڪاج ميان.

۶ ـ يار جي خاطر طعنا مهڻا، ڳل ڳچيءَ جا مان پائيان ڳهڻا.
اهو اصل عشاقن ڏاج ميان.

۷ ـ روز جزا جو مون سان ڇاهي، ڪانڌ ڪلهي تي 'ڪوجهڙيءَ' جو آهي.
منهنجي لالن تي آهي لاج ميان.



# ڪافي

۲۱۵

ٿلهه : موهن درازي مـنـڙا، اڄ آ پرين تہ پرچون.
ڏڪـڙا گـهـٽـا مـون ڏٺـڙا، اڄ آ پرين تہ پرچون.

۱ ـ موٽيا اڄڻ مسافر، تو ڇو وطن وساريو.
ڏاڍا لنگهي ويا ڏينهڙا.

۲ ـ پلپل پاتئہ ٿي ياڪر، اڄ ڇو منيو آئي مُنهڙو.
اسين قرب جا هون ڪنڙا.

۳ ـ ري سڏ اڳي ٿي آئين، اڄ مان سڏي ٿڪي هان.
سڻ سڻ ولهيءَ جا سڏڙا.

۴ ـ هٿ سان جيڪي سَنواريئہ، تن سان ڪيها رُسامان.
پنهنجا سجاڻي ننگڙا.

۵ ـ ڪيئن ٿي ڇيُئہ تہ هوندس، 'ڪوجهي' سدائين توسان.
ڇاڪون ڇڏيا ٿي پڪڙا.



# ڪافي

## ٢١٦

ٿلهه : من ڳهريا منٿار، توسان منهنجي رهجي اچي شل.

١ - عيب مدايون ڏِسُ نان، آهيان بڇي بدڪار.

٢ - نفس آماري وڏو ڏتاري، ڪي منجهون پاتار.

٣ - پرک نہ لائق پرَ پيارا، مهر تنهنجي درڪار.

٤ - عهد مڙيوئي سڀ پڳا ٿم، آهيان سرمشار.

٥ - عشق جو درياه لنگهڻ اوکو، پاڻ لنگهائج پار.

٦ - 'ڪوجهي' ڪمينيءَ ساڻ تہ جاني، توڙ نيائج يار.



# ڪافي

## ٢١٧

ٿلهہ : مـــوٽي مـــاڳ پنهنجو مـــنـــو شل وســـائي،
وري شل واڳون، وطن تي ورائي.

١ ـ پکي لئي هي پڃرو، ســـدا پيـــو ٿـــو دانـهين،
وري شال ويڙهي، پرين پير پائي،

٢ ـ وري مـــوٽ طوطل، ســـکي ســـاهہ تولئي،
دليو دوست دوري، اصل ناجڳائي.

٣ ـ مِنـــوءَ ســـان ازل کـــون، لڳم نيـنهن نـاتو.
ايها پرت پيارل، سدا شال نيائي.

۴ ـ هَنجهُون پئي ٿي هاريان، پکيءَ لئي پکـــاريان.
وري دوست وڇڙيا، الله شل ملائي.

۵ ـ 'کوجهي' ٿيءُ نہ مـــاندي، مِنـــو چانڻ مـــوٽيـــو.
الله عرض تنهنجو، اجهو ٿو اگهائي.



# ڪافي

## ٢١٨

تلهه : معشوقن جي يارو، ڪريان ڳالهه ڪيهي،
ڪُهڻ ڪار تن جي، او سَرسا سيپئي.

١ ـ هتن ڪات قهري، اکين جوش جبري،
اڏيءَ تي اشارو، عشاقن مڙيئي.

٢ ـ ڏسي جوش جاني، رندن ڪيو سنباهو،
آيا ڪوس خاني، ڪُڏي مست ڪيئي.

٣ ـ ڪُهڻ ڪار جن جي، تنهين ترس ڪيهو،
آڏيءَ تي وڏيائون، خوشيءَ ساڻ ويهي.

٤ ـ پٽي سر ڏنائون، نڪي ڪي ڪڇيائون،
مُڙيا جي نه غازي، اگهيا يار سيئي.

٥ ـ ڪٽي سر شهادت، وصل ماڻيو 'ڪوجهي'،
ڪنهين نان پروڙي، اها مام نيهي.



# ڪافي

## ٢١٩

ٿلهه : موٽي مندان ٻہ آيون، هڪ يار ڪونہ موٽيو،
قسمت ولهيءَ جي ڪوٽي، ڪوهيار ڪونہ موٽيو.

١ ـ موٽي بهار آيو، گهر گهر وصل جون تياريون.
هَي هَي اديون، نذر جو منٺار ڪونہ موٽيو.

٢ ـ گل ڦل سيئي ڦلهاريا، ڏس باغبان ٺرن ٿا.
مُئيءَ جي چمن جو مالهي، گلزار ڪونہ موٽيو.

٣ ـ گذري گهڙي خزان جي، در در خوشي ڏسان ٿي.
هَي هَي منهن جي غمن جو، غمنٺار ڪونہ آيو.

٤ ـ سفرون وريا مسافر، وچڙيا مليا پسان ٿي.
دردن پريءَ جو هَي هَي، دلدر ڪونہ موٽيو.

٥ ـ خوش ٿيون وسن وريتيون، پنهنجي ورن سان 'ڪوجهي'،
هڪ مان رڙان ٿي وَرَلئي، پوتار ڪونہ موٽيو.



# ڪافي

## ٢٢٠

ٿلهه : مٺ مرض عشق جاني، آزار ڪونہ ٿيندو،
عاشق مريض ثاني، بيمار ڪونہ ٿيندو.

١ ـ ديدان سدائين آليون، ٽم ٽم وهن ٿيون ناليون.
بارش اکين برابر، وسڪار ڇو نہ ٿيندو.

٢ ـ ڏينهان رات آهہ زاري، دلبر لئي بي قراري،
عاشق نماڻي جيهو، بيچار ڪونہ ٿيندو.

٣ ـ صورت ۾ روز غلطان، مورت ۾ محو مستان،
نيهي نشي برابر، خمار ڇو نہ ٿيندو.

۴ ـ هوش و عقل گنوائي، دين و ڌرم وڃائي،
عاشق سمان بي دين، ڪافر ڇو نہ ٿيندو.

٥ ـ هڪ بار بره باري، ٻي خلق جي خواري،
سوليءَ توڙي سواري، بيزار ڪونہ ٿيندو.

٦ ـ ڦٽڙا اڳي فراقي، ماڻن مسايو باقي،
مٺ در دراز ظالم، دلدار ڪونہ ٿيندو.

٧ ـ 'ڪوجهي' آ نينهن لايو، هاڻي راوَ تنهنجو رايو،
ڪنڌ تي توڙي ڪٽاري، انڪار ڪونہ ٿيندو.



# ڪافي

۲۲۱

ٿلهه : موهن مٺا موراري، راڌا تو ڪيئن وساري.
ويرڻ وڃان مان واري، راڌا ........

۱ ـ هر جاءِ سدا وسين ٿو، جت ڪٿ تنهنجو آ پيرو،
سڀ تي تنهنجي ستاري، راڌا ........

۲ ـ ڀڳتن سان نت ڀلايون، گوپين سان ريجهه تنهنجي.
باقي ٻه هڪ ويچاري، راڌا ........

۳ ـ گهر گهر ٻڌان ٿي مرلي، در در تنهنجي آ ليلان.
ڪرشن وسين چوڌاري، راڌا ........

۴ ـ پريتم ڇيئي ٿي پلپل، ڪرشن تنهنجو آ راڌا.
گهنشام چو هي گهاري، راڌا ........

۵ ـ 'ڪوجهي' توڙي مان ڪاري، سهٽل تنهنجي هان ساري.
پنهنجي ڪَنئِيا ناري، راڌا ........



# ڪافي

۲۲۲

ٿلهه : مست و مست مدام، سانون بره بنايا هي.

۱ ـ علم عقل تي هوش وڃايا، دل دا هويا حڪام،
سار جسم گنوايا هي.

۲ ـ مستي مستي حال اساڏا، درد والي ڏم ڏام،
هو هو نان بجايا هي.

۳ ـ ڏوه ثوابون لنگهه ڳيوسي، ڪونه حلال حرام،
ناحق پيول پلايا هي.

۴ ـ وحدت وادي آڻ پيوسي، دُئي دا تُٽُ پيا دام،
راجهن نال رلايا هي.

۵ ـ ذات صفات هڪو هڪ هويا، هم هويا هر نام،
بندا آپ سڏايا هي.

٦ ـ هم هويا هر روپ جي اندر، هم گرو هم رام،
'ڪوجهي' نام بتايا هي.



# ڪافي
## ٢٢٣

ٿلھ : مل اچي يار ماهي، شال وسيئي بادشاهي.

١ ـ درسن ڪارڻ وي ميان، ماندي الا لا.
ترس پويئي شال جائي.

٢ ـ سور سيبائڻ جهڙا، گهوريان سڪڙا تنهين تون.
پَر جيءَ سهي نان جدائي.

٣ ـ درد فراق ڦٽي هان، جوش جگر آ جلايو.
وار وصل جي ڪا وائي.

٤ ـ زلفن باندي بنايو، ڪاتيءَ قرب ڪُٺي مان.
گهُور سڄڻ جي، جا گهائي.

٥ ـ جيڪي در تي وڪاڻا، ڪهڙا ڪرين تن سان ماڻا.
ڪٺي چڏ ناز و ادائي.

٦ ـ هِيَرُسِ سهٽي وصل ۾، 'ڪوجهي' فراق بنايو.
ڪار وري ڪا پلائي.



# كافي

## ٢٢٤

تلهہ : مين بن اور نہ ڪوئي يارو، جت ڪٿ حاضر مين وو مين.
ڪک پن دي وچ جلوا ميڏا، حاضر ناظر مين وو مين.

١ ـ سارا زمانا صورت ميڏي، اندر ٻاهر مين وو مين.
خالق مين مخلوق بہ مين هون، بندا قادر مين وو مين.

٢ ـ ڪرشن مين هون لڇمڻ مين هون، سيتا دا وَر مين هون.
آپ ڪريمي آپ رحيمي، غافر ساتر مين وو مين.

٣ ـ دختر مين هون پُتر بہ مين هون، پدر و مادر مين وو مين.
ڪاڪا ماما اور نہ ڪوئي، خالا خواهر مين وو مين.

۴ ـ آپ يهودي آپ نصارا، مومن ڪافر مين وو مين.
قاضي مين هون ٻاوا مين هون، صدقي صابر مين وو مين.

۵ ـ تسبيح مالها ڪنديل مين هون، هاسا چادر مين وو مين.
الفي پيالا اور نہ ڪوئي، لوٽا گهاگهر مين وو مين.

٦ ـ عاشق مين هون معشوق مين هون، عشق منور مين.
آپ قبيح، حسين بہ مين هون، ڪوجهي قاصر مين وو مين.



# ڪافي

## ٢٢٥

ٿلهه : نامِ خدا سرتاج پيارا، پرچ ڪٺي ٻاجڻ سان پيارا.

١ ـ ريجهه ڪٺي ميان رانول سائين،
تخت وسئي شال تاج پيارا.

٢ ـ ڏوهه ڏنگايون ڏڪجاڻ ڏولڻ،
مهر ٻريا مهراج.

٣ ـ هيءَ نماٺي پرتيئي پيارا،
ٻاجهه ٻريا ڪر ٻاجهه.

٤ ـ ڪِئَن مَتي وَئين مُنهڙو مُئي ڪان،
پوري ڪريو هيءَ حاج.

٥ ـ 'ڪوجهي' ڪني ڪي پنهنجي فضلون،
ڏاتر ڏي ڪو ڏاج.



# كافي

## ٢٢٦

ٿلهه : نوازش ڪر سچا سرور، نوازش ناز آ تنهنجو.
محمد مجتبيٰ پرور، نوازش ناز آ تنهنجو.

١ - نيهي آفتاب نوراني، ڪيو روشن تو جڳ جاني.
نظر نوري نذر تي ذر، نوازش ناز آ تنهنجو.
٢ - حقيقي ماه نيارو تون، اندازيءَ سهارو تون.
منهنجيءَ دل کي بہ روشن ڪر، نوازش ناز آ تنهنجو.
٣ - خطائون ذاج انساني، عطائون شان سلطاني.
تون رحمت عالمن خاطر، نوازش ناز آ تنهنجو.
۴ - سدا هيٺن جو حيلو تون، ويچارن جو وسيلو تون.
اڙين جو تون اجهو آڌار، نوازش ناز آ تنهنجو.
۵ - شفيع المذنبين تون ئي، انيس العاجزين تون ئي.
تون ئي ساتر تون ئي غافر، نوازش ناز آ تنهنجو.
٦ - مراد العاشقين تون ئي، سراج العارفين تون ئي.
تون ئي موليٰ تون ئي رهبر، نوازش ناز آ تنهنجو.
٧ - احد عرشين فلڪ احمد، سڏيائون ارض تي محمد.
دو ميمي تاج آ تو سر، نوازش ناز آ تنهنجو.
٨ - اچي رس پاڪ پيغمبر، ڪرم 'ڪوجهيءَ' تي سهٽا ڪر.
ولهن جي تون سدا واهر، نوازش ناز آ تنهنجو.



# كافي

## ٢٢٧

تــلــهـــــــــ : نـيـنـهـن سـنـدو نـاتـال آ، مـــــــاهـي يـارو.
شاه درازين باغ بهاري.

١ - باغ بره جو آه بهــــاريو، گل ڦل نيـــهي، ڦلهــــاريو.
خوب ڏسان خوشحال، آ ماهي يارو.

٢ - موٽ بهـار جون مندان آيون، هَـتي هجر جون ويڙيون وايون،
وريون ورق وصال، آ ماهي يارو.

٣ - كـوليـو نئين سـر يار مــيـخانو، وُنـڙو ڏتڙيل آ ويرانو.
جام ملي ٿو جال، آ ماهي يارو.

۴ - پهي آيا مــست پيــاسي، پريم جي پيــالي كاڻ اُداسي.
مچ تہ كٿي هي سوال، آ ماهي يارو.

٥ - موج كنيـو اچ ســاجن آيو، 'كوجهيءَ' هر دي هَل مــچايو.
دم دم درد ڏمال، آ ماهي يارو.



# ڪافي



ٿلهــــ : ناتو نينهن لڳايوسي، هاٺي رانجهن، تنهنجو رايو.

١ - آءٌ تہ گــولي، تون تان ســائين، شــاهہ نيــائين يا نہ نيــائين.
عشق چمي سر چايوسي.

٢ - آيس مـــان تان آيس پيـــارا، مـــوٽڻ منهنجو مـــول نہ يارا.
هيڪر پير پايوسي.

٣ - ڪوڙي پيـــارل هرگـــز ناهيـــان، جئن تئن ويٺي نينهن نيـــايان.
سورن بار سهايوسي.

٤ - ڪونہ ٿي چاتم هيئن هر جائي، لائي ڪندي، پوءِ بي پرواهي.
ساڙي سوز جلايوسي.

٥ - سهڻ سان ڪا حجت ناهي، ڪهڙو 'ڪوجهي' سينو ساهي.
آپون آپ وڪايوسي.



# ڪافي

٢٢٩

تلهـــــ : نُور بٽين وو نُور بٽين، دين دُئي دا دُور ڪرين.

١ - مرشد مام سڪايئي، ڳالهـ اُهين تي غور ڪرين.

٢ - پيالا پي ڪي محبت والا، مستي وچ مخمور ڪرين.

٣ - شيشا نُور صفاتي والا، ساڳي ذات ظهور ڪرين.

٤ - بَر بَحر سڀ هڪڙا ڄاڻين، فَلڪ زمين ڪوه طور ڪرين.

٥ - آنا احمد بلا ميمي، بات ايها منظور ڪرين.

٦ - مار نقاره هُو هُو والا، دم دي دم ووڙ ڪرين.

٧ - چوڙ وظيفي مَڪر مُلين دا، آپڪو چا منصور ڪرين.

٨ - 'ڪوجهي' ڄاڻين عين سيوئي، غين دا نقطا دور ڪرين.



# ڪافي

۲۳۰

ٿلهہ : نُور هويا مين نُور هويا، جسم سچا ڪافور هويا.

۱ - تُن پيا شيشا صفاتي والا، ذات سچي دا ظهور پايا.

۲ - رڳ رڳ هوئي انحد مرلي، تن من ساه تنبور هويا.

۳ - وسرئي ورد وظيفي ساري، دم دم هوت حضور هويا.

۴ - موج وحدت چڙهندي آئي، فلڪ زمين ڪوه طور هويا.

۵ - جت ڪت يارو صورت ميڏي، لاشڪ مين منصور هويا.

۶ - قاضي ملان دا ڊپ نہ ڪوئي، سولي سر منظور هويا.

۷ - 'ڪوجهي' هوئي عين سيوئي، غين دا نقطا دور هويا.



# ڪافي

۲۳۱

ٿلهہ : وَر مدينيٰ جا ڏٺي، سوالڻ سندو سُڻ سوال تون.
رس رسول ڪارڻي، هيڻيءَ سندو ڏس حال تون.

۱ ـ ڏوه مُئيءَ جو ڏاج آ، سرور ستاري شان تون.
لڄ ڏٺي لڄ پال تون، ننگ پرور، ننگ پال تون.

۲ ـ صاحبِ ڪرم و سخا، ڪر تون عنايت عشق جي.
مالڪ ڪوثر تون ئي، لڪپال تون جڳ پال تون.

۳ ـ ميم بن احمد تون ئي، بيشڪ عرب بِن، عين تون.
وه الاهي شان تون، بي چون و بي اَمثال تون.

۴ ـ ڪر نوازش نينهن جي، وحدت وارو سَل راز ڪو.
غير غفلت ۽ خودي، ڪر احمدا، پيمال تون.

۵ ـ سوز تنهنجي ۾ سڄڻ، دل حال ڪون بي حال آ.
ڏي وصل تون سيدا، ڪر بي وڙي خوشحال تون.

۶ ـ اغثني يا مصطفيٰ، هج يا نبي. نت نال تون.
'ڪوجهڙيءَ' تي قرب ڪر، آزيون اگهائين شال تون.



# ڪافي

## ٢٣٢

تلهـــ : ور مـــديني جا ڏٺي، ڪاهي اچي تي ڪول تون.
رس اچي سڏڙا سٽي، ڪوجهي ڏکي وٿ ڏول تون.

١ - ڪَچ ڪمـايم سـر بسـو، ويهي وڃايم ڪل عُمـر.
ڏک ڏکڻ ڏوليـا، ڪـٽي ڦـورو سـڄڻ نان ڦـول تون.

٢ - ڏوهہ ڪُل ڪيـڙم ڪتـو، ڪاتـو گناهن ناهہ ڪو،
ڪِن ڪچائي ٿم گـهـٽي، پردو سـتـر نان ڪـول تون.

٣ - ڏڪ اگـــهـــاڙي ڪانڌ تون. ڏيئي پناهي پانڌ تون.
ور مـحـمـد ڪارٽي، مج هي نماٽو ٻول تون.

٤ - عـدل چاڙهو ڪونہ ڪو، ڦـيـرو ڪجو ڪو فـضل جو.
يـاد ڪر پنهنجو ڏٺي، لا تـقـنـطوا جو قـــول تون.

٥ - تون سنوارين تـــو ســـوين، پلـپل هزارين ۽ لکين.
هيءَ بہ رانجهن هڪ جٽي، ڪر ڪانڌ پنهنجي جهـول تون.

٦ - تون سـخي سـرور سـچو، ڏي آڻ ميـو ۽ اڻ پڇو.
شـاهہ پرتـــ پاڄٽي، 'ڪوجهي' جدائي نہ سـهي.
منت مـولـيٰ مج ڪـٽي، بادِ وصل اچ گـهـول تون.



# ڪافي

## ٢٣٣

ٿلهه : ور محمد مجتبيٰ، داور ! نه ٿيءُ دم دور تون.
ڏي وصل تون مصطفيٰ، ڪر ڏک هجر جو ڏور تون.

١ - سچ نه معلوم خلق کي، ميمن منجهايو ملڪ کي.
عام ليکي آدمي ليکن نسورو نُور تون.
٢ - صاحبِ ڪرم و سخا، ڪر تون پنهنجو عشق عطا.
تون نوازين ٿو لکين، هِڪُ هيءُ به ڪر، مسرور تون.
٣ - مان بُڇي بدڪار هان، تون شاهه بخشڻ هار آن.
وَرُ شفيع المذنبين، ڪر معاف عيب قصور تون.
٤ - حوض ڪوثر جا ڌڻي، ڪر پاڃهه پانهي تي ڪٽي.
عشق پيالو ڪر عطا، ساقي ڀري ڀرپور تون.
٥ - عرض سُڻ عاجز سندو، ڏي نينهن پنهنجي جو نشو.
سُرڪ ساقي سَرس ڏي، محبت ۾ ڪر مخمور تون.
٦ - سَل سبب غم جو ڪيهو، مرشد سخي سرور جيهو.
ڪين رو تون ڪوجهڙي، دلگير ٿيءُ نا مور تون.
٧ - پُشت ڪوجهي ! پير جي، ۽ ماڙ مديني مير جي.
پئي سڄڻ حامي تنهنجا، پوءِ ڏکاريو ته ڇا ٿيو.
٨ - 'ڪوجهڙي' ڪر غم نڪو، دنيا ڏکاريو ته ڇا ٿيو.
حمد الله ٿي چوان، مالڪ چون منظور تون.



# ڪافي

## ٢٣٤

ٿلهه : ور محمد مصطفيٰ، داور! نه ڪر دلگير تون.
موٽ مرسل مجتبيٰ ڪر ماڙ مدني مير تون.

١ - تو ٻنان ماندي سدا، ورهون نه پل واندي متا.
رس اچي سرور سچا، دلدار! ڏي دلڌير تون.
٢ - حرف مون ڏي هن جهجها، تو ڏي مُهڙ دلبر! نڪيا.
صاحبِ ڪرم و سخا، ڪر معاف ڪُل تقصير تون.
٣ - لوح ۾ جي نا لکيو، قادر ڏٽي! تا چا ٿيو.
مالڪ قلم و قضا، تبديل ڪر تقدير تون.
۴ - دل گهٽيون دانهون ڪري، توڪان گهُڙي ٻه چا گهُڙي.
حال تو معلوم آه، تون ئي سميع بصير تون.
۵ - پهچ پرور پاڪ تون، ڪر مير! معاف فراق تون.
اغثني يا احمدا، ور ور وصل ڏي وير تون.
٦ - روح تو توڏي هلي، ٻنڌڻن وڌو توکي جهلي.
عشق سان ڪر سيد! آزاد هاڻ اسير تون.
٧ - پهچ تون سڏڙا سٽي، ميهر! مديني جا ڏٽي.
رس رس اچي مون ڪبريا، سرور اچي منجهه سير تون.
٨ - جيءُ جدائي نا سهي، 'ڪوجهي' سدا رويون روئي.
مل اچي مرسل متا، لاهه فراق فقير تون.



# ڪافي

۲۳۵

ٿلهہ : ور ور محمد مصطفيٰ، سوالڻ سندو سڻ سوالڙو.
هيٺيءَ سندو ڏس حالڙو.
رس رس اچي سرور سچا، سوالڻ سندو سڻ سوالڙو.

۱ - يا رحمت اللعالمين، واهر منهن جي داور تونهين.
رس رس اچي راهہ خدا، سوالڻ سندو........
۲ - رس رس اچي راهہ خدا سرور سچا نورالهديٰ.
دم دير ڪر تون ڪا نڪا، سوالڻ سندو........
۳ - دم دير دلڙي نان سهي، تو ريءَ نڪي روحڙو رهي.
ور ور ولهيءَ ڏي سيدا، سوالڻ سندو........
۴ - ور ور ولهيءَ جي واهہ ميان، ڪونهي وسيلو تو بنان.
ڪر ماڙ مرسل مجتبيٰ، سوالڻ سندو........
۵ - ڪر ماڙ تون مسڪين جي، لهہ سار هن غمگين جي.
ڪر ٻاجهہ تون ٻاجهن ڀريا، سوالڻ سندو........
۶ - ڪر ٻاجهہ اي ٻاجهار تون، قربن ڀريا ڪلتار تون.
ڪر عشق تون احمد عطا، سوالڻ سندو........
۷ - ڪر عشق جي مون تي سخا، مونکون خطا تونکون عطا.
رحمت وسي توکون سدا، سوالڻ سندو........
۸ - رحمت الاهي ڏاج تو، شفقت شهاٺو تاج تو.
پَرتئہ پرين دَرَ جي گدا، سوالڻ سندو........
۹ - پرتئہ پرين هيءَ ٻانهڙي، 'ڪوجهي' نماڻي بي وڙي.
رس يا نبي خيرالوريٰ، سوالڻ سندو........



## ڪافي

٢٣٦

ٿلهه : ور ور ڪندي وتان ٿي، من ور ٻه ڏي وراٽي.
گهر گهٽيون گهمان ٿي، من گهوٽ ٻه ٿي ساٽي.

١ - واڪا فرض ولهيءَ جو، سچڻ جي وس ستاري.
من پي سٽي ڪي سڏڙا، مٺيءَ جو اچي آرياٽي.

٢ - لالن چون لڏي ويو، ليڪن مجي نه دلڙي.
ايندم اچا ٻه ايندم، ايندم ڪو ننگ سچاٽي.

٣ - در در قران ديواني، پرگهور لڏي نه پرَ ڪا.
هوتن ڏي حرف ناهي، قسمت نڏر جي ڪاٽي.

٤ - گاهي سوين اميدون، گاهي هنيون ٿو قاٽي.
ور بن آهي ويراني، رو رو نڏر نماٽي.

٥ - 'ڪوجهي' نه ٿي تون ماندي، ساجن تنهنجو سخي آ.
موتيو اجهوڪي موتيو، آزي تنهنجي اڪهاٽي.



تلهـــ : ور ور كندي، رڙندي وتان، من ور بہ كا ورندي ڏئي.
هَي هَي رُسامون راوَ جو، پينر سَتو مونكان نہ ٿئي.

١- هر هر هنجون مـــان هاريان، ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيان.
پرُ پرِ كري ٿي پكـــاريان، من پرُ بہ كا پَر گـــهَر لهي.

٢ ـ گهر گهر گهتيون گهمندي وتان، پيرو پنهل جو پڇندي وتان.
در در مــــــتي رُلندي وتان، من درُ درازيءَ جو ملي.

٣ ـ هتـــڙا ٻڌيون پيـــرين پوان، ڳل ڳچيءَ ڳانو وجهـــان.
پنهنجو راءِ پئي ريجهـــايان، من بہ پرين مـــون وٽ اچي.

۴ ـ هڪ عـــرض اٿم الله كي، ٻي دانهن حـــيـــدر شـــاه كي.
'كوجهي' مُئي تان گهور وئي، سهڻو سخي جُڳ جُڳ جيئي.



# ڪافي

## ٢٣٨

ٿلهہ : وَرُ وَرُ ڪندي رڙندي وتان، ور ڪون بہ من ورندي ملي.
درَ درَ مستي پڇندي وتان، من در سڄڻ جو ڪو سلي.

١ - گهر گهٽيون گهمندي وتان، پرَ پرَ ڪندي رُوئندي وتان.
هر هر هنجهون پوئندي وتان، چارو نٿو ڪوئي سلي.
٢ - اَڏ اَڏ مٺا ڪانگل ميان، چَو چَو وسي ڪٿ ٿو سنيان.
اَڏري جيڪر آءٌ پي وڃان، پنڌڙن وِڌو پر مون جهلي.
٣ - هل هل ادي باد صبا، وڃ وڃ نڪر دم دير ڪا.
سل سل سڄڻ جو ڪو سماءُ، ڪٿ ٿو وسي ڪٿ ٿو هلي.
۴ - چَو چو وڃي اوٺي ادا، سڄڻن کي هيئن نام خدا.
لک لک نوازين پيو سدا، هيءُ پي مٺا تنهنجي بلي.
۵ - وڃ وڃ ادا، سچ تون ڪهي، ور ڪا خبر پر جي نهي.
سچ سچ سڻائج تون صحي، ڪيئن ٿو هلي ڪيئن ٿو چلي.
٦ - هَي هَي ويو ٿم سچ لهي، تہ بہ ڪونہ آيم پرَ پيهي.
وڃ وڃ قمر هاٿي ڪهي، اڄ رات من قسمت ڱلي.
٧ - هَي هَي هتي مهٺا ملن، سپرين هُتي مون نان پڇن.
پنهنجو پرين ڪن يا نہ ڪن، تہ بہ آءٌ تہ پرين جي بلي.
٨ - چو چو ادي، رويو روئين، هن کي چيو هُن کي چوين.
ناحق ٿي پيرمن ۾ پوين، رانجهن ويو روحڙو رلي.
٩ - سڄڻن ٿي چيو توکي ادا، ناهيون اسان توکون جدا.
تون شاهہ 'ڪوجهي' ناه گدا، تو سان پلائي ڪئي پلي.



# ڪافي

٢٣٩

ٿلهه : ور ور ولهيءَ جي واهر، سهڻا سخي درازي.
لطف عظيم سان ڪر، ڪوجهيءَ جي ڪار سازي.

١ - دوزخ تنهنجو رسامون، جنت تنهنجو ميلاپو.
حاصل نجات تنهنکي، جنهن سان رهين تون راضي.

٢ - محبت جي راند اوکي، نينهڙو نيي نه سوکو.
صدقي سخي جي ڪر تون، سولي بره جي بازي.

٣ - وحدت اٿاه درياه، ڪثرت ڪُنن جا لوڏا.
ڪر پار منهنجي ڪشتي، مڃ ناخُدا هي آزي.

٤ - ڪر يار پاڪ غيرون، ڪل حال تو حوالي.
ايندڙ جو تون نگهبان، مولا بخش تون ماضي.

٥ - تون تان سخي سياجهو، آءٌ تان سخا جو سوالي.
ڏي اڻ ميو مڻيارا، ڇڏ تورڻ تارازي.

٦ - غم ڪين ڪر تون 'ڪوجهي'، ساجن تنهنجو سخي آ.
لاشڪ ڪندو سو لالن، ڪُل تنهنجي ڪار سازي.



# ڪافي

۲۴۰

ٿلهہ : وڃي ڪو يار منهنجي کي، منهنجو هيءُ حال سڻائي.
آهي اهڙي ڪا ساهيڙي، رُٺو راڻل ڏي ريجهائي.

۱ ـ دکن ٿا درد جا دونهان، سڙي ٿو سوز ۾ سينو.
پڪاريو دل پڪاري ٿي، سڄڻ کي ڙي، ڪو سمجهائي.

۲ ـ چکن ٿا چاڪ سيني ۾، فراقن جي ڦٽن ڦاڙيو.
نہ پيو ڪو ترس پرين کي، سورن سان ويو ڙي، سناٿي.

۳ ـ ناهين اعتبار ياري تي، حسينن جي ادي ڪوجهي !
اڄ تنهنجا سيان ٻي جا، ايهو پيشو سندن آهي.

۴ ـ آهي ٻہ ڪي هيا ڏينهڙا، سڏي پير ۾ وهاريون ٿي.
ايها اڄ ويل آئي آ، ڇڏيو ٿم يار لوڏائي.

۵ ـ لنگهي تنهنجا ڏينهن ويا 'ڪوجهي'، رقيبن جي آيو وارو.
جئَڻ هاڻ اجايو آه، الله شال ماڳ پهچائي.



# ڪافي

۲۴۱

تلھ : وَرُ وَرُ ڪندي وتان ٿي، من وَر بہ ڏي وراٽي.
پِر پِر ڪندي قران ٿي، من پِر ٿئي بہ ساٽي.

۱ - در در رُلي رهي هان، گهر گهر پڇي ٿڪي هان.
دردن قٽي آ دلڙي، ڪنهن کي چوان ڪهاڻي.

۲ - ڏک ۾ لنگهن ٿا ڏينهڙا، روئندي لنگهن ٿيون راتيون.
هر هر هنجهون ٿي هاريان، من پِي اچي آرياڻي.

۳ - دم دم ڪريان ٿي دانهون، در در پڇان ٿي راهون.
من پِي لهان سو درڙو، جنهن در آهيان وڪاڻي.

۴ - جيسين لهين نہ وَر کي، بس ڪر ولهي نہ تيسين.
وت وت ڪندي تون واڪا، رو رو نڌر نماڻي.

۵ - اڄ تي آڪاس واٽي، ور ڏنهن آئي وراٽي.
'ڪوجهي' اجهو اچون ٿا، آزي تنهنجي اڳهاڻي.



# ڪافي

۲۴۲

ٿلھ : وسارڻ ھينئَن نہ واجب ھو، وسيلا! بي وسيلن کي،
ڇڏڻ ڇپرين نہ لائق ھو، مٺا! ڇورن يتيمن کي.

۱ - ڇڏايو ڏيھہ قسمت آ، قضا ڪيو دوست پرڏيھي،
پنھل پرديس تي پنھنجو، جلاوطني غريبن کي.

۲ - ناھي ڪو ڏوھہ ڏيرن ڏي، مُھڙ ساري مٺا! مون ڏي،
سُتي سپرين وڃايو مون، ڇوان پنھنجي نصيبن کي.

۳ - فقيريائي آھيان در جي، سخي سرور تنھنجو نالو،
مناسب ناھہ موٽائڻ، پنھنجي در جي فقيرن کي.

۴ - جيھي تيھي مٺا! تنھنجي، پناھي پاند ۾ ڍڪجانءِ،
سُترپوشي مرڪ تنھنجو، اگھارڄ ڪين عيبن کي.

۵ - چڱا چوڪا ڪٺي سيڪو، ڳريا ڪوٺا ڪٺين تون ئي،
آئي ننگ يار! 'ڪوجھيءَ' جو، پھچ پڳدار ھيٺن کي.



# ڪافي
## ٢٤٣

ٽلهه : وچ وچ سسئي تون ڪاهي، نينهن ۾ نه ٽي ڪو نياپو.
سپرين سُتي وڃائيئه، ڏيرن ڪيهو ڏوراپو.

١ - ننڊ مون نڏر نه جاڳين، ڪيچي پنهل ونئي ويا.
ڇڏ ڇڏ پنيور هاٺي، لاهي سچو لاڳاپو.
٢ - ڇڏ دير تون ديواني، پيرو تون ڪٺي پنهل جو.
ڪاهيو تون ڪاه جلدي، من پيي ٽِيئه ميلاپو.
٣ - ڳوليو تون ڳول وَر ڪي، وٽ وٽ ڪندي تون واڪا.
وٺندن ته ورڙ ڪندا ڪو، ڪونهي ڪو سڱ سياپو.
٤ - جيسين لهين نه وَر ڪي، بس ڪر سسئي نه تيسين.
وَر بن ولهي آ تنهنجو، جڳ ۾ ڪيهو جياپو.
٥ - ڇڏ ڇالوَ محل ماڙيون، وچ وچ تون ڪيچ ڪاهي.
ڏاگهن پنيون تون پيچ ڙي، هت ڇو وڏو ٽي شاپو.
٦ - قاصد پڇين ٽي ڪيها، ڪانگل فالون اڃايون.
نينهن ٽي ته پاڻ وچ ڙي، پيو سي متي جو ڪاپو.
٧ - هاتف پڪاريو پِرتئون، 'ڪوجهي' نه رو پياري.
ڪيچ ۾ ٽي ڪانڌ پنهنجو، ليڪن وڃاء اپو.



# كافي

## ٢٤٤

ٿلهہ : ويندیس ڪيچ ڏي ڪاهي، ڪم پنہور سان ناهي.

١ - ويندیس ويندیس وي ميان، رهندیس ڪين ڪڏهين اصلي.
ٿر بر چو تو ٿڪائين.

٢ - روه ڦٽين ڪوه وي ميان، پير پيادن الا لا.
ڏونگر چو تو ڏڪائين.

٣ - پير تتيءَ جا نوي ميان، تاوَ تپايا، الا لا.
سورج چو تو ستائين.

٤ - واءُ ولهيءَ سان نوي ميان، چاڪون پاتڙ الا لا.
پير پنهل چو لڪائين.

٥ - ڦٽڙا فراقي اگيئي، ويتر خون وهايان.
ڪنڍڙا چو تو ڪنبائين.

٦ - قسمت 'ڪوجهيءَ' ستايو، روهين قضا آزلايو.
قادر ڪيچ رسائين.



# ڪافي
## ٢٤٥

ٿلهه : واليءَ ڪئي آ وراڻ جيڏيون پيهر آيم پاروچو.

١ - جن جي ڪارڻ هيڙس ماندي، پيهي آيم پاڻ.

٢ - بوند بره جي ملڪ بهاريا، پريا تہ اٿم ڪل پاڻ.

٣ - جُهڙن بَڏيون آهن جهر مِر جهوڪان، وري تہ وسيا ڙي وٺاڻ.

٤ - در در جن لاءِ ڦريس ٿي ديواني، سڄڻ هيم سي ساڻ.

٥ - پيڙي منجهارون جوان ٿي آيو، ايهو نہ ٿي پيم جاڻ.

٦ - اولا اڪين تون لتڙا 'ڪوجهي'، سڄڻ سڃاتم هاڻ.



# ڪافي

٢٤٦

ٿلهہ : وڃي شل يار پنهنجي سان، اندر جو حال اوريندي،
ڪَڏِي سِر گهوٽ تون ڪلندين، گهڙيءَ ۾ يار گهوريندي.

١ - ڇمي ازلون اٿم ڇاتو، نہ اڄ ڪلهہ جو اهو ناتو،
هيڪر هي پيچ مون پاتو، پڄاڙيءَ تائين نباهيندي.

٢ - نہ پاڻئون پير آٽڻ ۾، ججت ناهي ڙي هوتن سان،
ڀڳو توڙي ڀريو چرخو، پيئي چاهون مان چوريندي.

٣ - سڏي گولي چوان سائين، ڪهي ذاري مان ڪريان زاري،
ڇڏيان ڪيئَن دوست جو ديرو، ڪڏهن مُنهڙو نہ موڙيندي.

٤ - ايندا پيهي تہ ٿيان قربان، نہ ايندا جي، مان ويندس پيهي،
سدائين ساه سان سڪ جو، سَڳو پيئي يار سوريندي.

٥ - اٿم هي ڀروسو 'ڪوجهي'، ڪندو رب آس هيءَ پوري،
حبيبن سان ملي هيڪر، هجر جا داغ ڪوريندي.



ٿلهہ : وڃي ڏي ڪانگل سگهڙو سڄڻ کي، پرت وارو پيغام.

١ ـ سڪ منجهارون الا، ساڃ ڏٿين کي، ساري ڏيج سلام الا.

٢ ـ سوز سنيهو الا ڏج تون ساري، روئي ڪريج ڪلام الا.

٣ ـ عشق تنهجي آڙاه آ لايو، درد ٻڌي ڏم ڏام الا.

۴ ـ ويئي آهيان وره تنهنجي ۾، عيش نڪو آرام الا.

٥ ـ ڳچيءَ ۾ آ تنهنجڙي ڳاري، دل اندر تنهنجا دام الا.

٦ ـ پلپل تو لئہ پون اليلا، هردي مچايو هنگام الا.

٧ ـ ويئي پاريان پرت منجهارون، ازل وارو تہ انجام الا.

٨ ـ ياد اٿي ڪي وسري ويڙهہ، 'ڪوجهي' نالي غلام الا.



# ڪافي

۲۴۸

ٿلهہ : وڃي ڏي تون ڪانگل، نماڻيءَ جو نياپو،
سڄڻ بِن آ مشڪل، جڏيءَ جو جياپو.

۱ - هتي مان مران ٿي، هُتي سار ڪانهي،
جگر قازي ڏج تون، ڏکيءَ جو ڏوراپو.

۲ - جڏيءَ سان جيئري، اچي هوت هڪ ٿي،
مرڻ بعد سهٹا، کهڙو آ ميلاپو.

۳ - ڪيل قول پنهنجا، ڪڏهن تون پاڙيندين،
لنگهي وئي جواني، اچي ويو ٻُڍاپو.

۴ - پريتئون جا پاليئہ، ڏکن ۾ سا ڏاڍي،
وڃي سڪ سمهين تون، لاهي لڳ لاڳاپو.

۵ - سڄڻ منهنجو سهڻو، آهہ 'ڪوجهي' سڄڻ جي،
حجت ٻي نہ ڪائي، نڪو سڱ سياڪو.



# ڪافي

۲۴۹

ٹلهہ : ويسهہ ڪيها تيڏي ياري تي، دم دم توبهہ زاري زاري.

١ ـ ڪڏان تہ سهٹا ڪول پلهاوين، ڪڏان تہ جاني، دور ڏڪاوين.
پلپل چال نياري تي، دم دم ........

٢ ـ ذڪريا نون چا ڪرت چيرايئہ، شاهہ حلاج نون دار چڑهايئہ.
هَي هَي زور ڪتاري تي، دم دم ........

٣ ـ شاه علي دا باغ لٹايئہ، ڪهندي ڪهندي ترس نہ آيئہ.
ڪربل ڪوس قهاري تي، دم دم ........

۴ ـ عشق جنهان دي سر تي آيا، سر تنهان دا دار چرهايئہ.
بار بره دي باري تي، دم دم ........

۵ ـ 'ڪوجهي' دا چا ساه سڪايئہ، نال فراق دي جان اڙايئہ.
ڪرڪو ڪرم ويچاري تي، دم دم ........



# ڪافي

٢٥٠

ٿلهہ : هادي حق هڪوئي نا ٻيوئي، گم ٿي ڏس تون يار سياڻا،
صورت ۾ ڏس پنهنجي سياڻا.

١ ـ الانسان سري انا سره، صورت سير سڄوئي.

٢ ـ مُنهن مُنوَرَ مصحف سارو، ثابت راز سڄوئي.

٣ ـ اکڙيون دلبر نُور الاهي، عينا عين سيوئي.

٤ ـ مُک محراب سڄن جو سارو، سجدي گاه اهوئي.

٥ ـ جاچي ڏس تون پير هٿن کي، الله نام لکيوئي.

٦ ـ پرون ۾ آيو پيد الاهي، رمزان ۾ رکيوئي.

٧ ـ حج اسان جو شاهہ درازين، ڪعبو قبلو سوئي.

٨ ـ 'ڪوجهي' قادر شاهہ قبولڻ، سچ ۾ ڏوهہ نہ ڪوئي.



# ڪافي

۲۵۱

ٿلهه : هُج هُج هوت هتي تون، سهڻا يار سدائين.
هرگز يار ويڇڻ جي، آنچ وات نه وائي.

۱ - اي آفتاب جهان جا، توريءَ اونده انڌارو.
آهي جڳ سچي جو، سهڻا تون مدارو.
رهه رهه روشن هميشه ڪٽي، مچ آزي اهائي.
۲ - اي آبر نيساني ساجن ساه سيباڻا.
سالن ڪون ڪي سِڪن تا تو لاءِ سهڻا سيِ نمائا.
وس وس بادل سدائين، ڪر هيءَ دائم پلائي.
۳ - پنهنجي باغ کي پاڻي، ڏي تون پاڻ آرائين.
جيئن تو دستين بنايو، تيئن شل توڙ رسائين.
توريءَ ڪير تهين جي، لهندو سار ٻه جائي.
۴ - آذار تون آن ازين جو، چورن واهه وسيلو.
تو بِن سهڻل ناهي، هيٺن جو ڪوئي حيلو.
پنهنجي پاڪ جي صدقو، ڇڏ سيِ خيال جدائي.
۵ - ٻنجي شاهه سچل مون، آٽي سخي تو سدايو.
تو هر ڳالهه ۾ جائي، ويتر قدم وڌايو.
منجهه پڻ باب حياتيءَ، رکجو دک سوائي.
٦ - جُڳ جُڳ شال جيئين تون، مانجهي مرد موچارا.
وحدتي تو تون لکين ميان، اي لکپال پيارا.
حاضر پڻ آ هيءَ 'کوجهي'، ڪارڻ جان فدائي.



# كافي

## ٢٥٢

ٿلهہ : هٿ ٻره ٿنهنجي آهيون ڙي آهيون، نابر ناهيون،
ڪير ڇوي ميان حاضر ناهيون.

١ ـ ڪير ٻره سان سينو ڙي ساهي،
عشق جي آڌو چاهيون ڙي چاهيون.

٢ ـ عشق جي آڌو آزي نيازي،
ڇا جو ڙي سينو ساهيون ڙي ساهيون.

٣ ـ وره وڪاٿل در ٿهنجي جي،
ٻانهپ چشمين چايون ڙي چايون.

٤ ـ شل اگهامي سرڙو مُئيءَ جو،
چاهون ڏيان سر لاهيون ڙي لاهيون.

٥ ـ ڪم 'ڪوجهي' جا عشق اوهان ٿي،
نينهن ۾ نابر ناهيون ڙي ناهيون.



## ٢٥٣

ٿلهه : هينئڙو تير حُسن جي سلطان ڪشي،
زوريءَ هوش لٽي، ويو دل جان کسي.

١ - گهايو گهوٽ نوي، گهوُرَ هڪيءَ سان الا،
اهڙيءَ گهور مٿون، ٿيون قربان آسي.

٢ - پيچا پيچ نوي، زلفن اندر الا،
باندي مان نہ رڳو، پر خاقان بسي.

٣ - دم دم ڏي ٿو نوي، جام بره جو الا،
اهڙو ساقي سدا با ميخان وسي.

٤ - پيئندي جام ويو، دين دُئي جو الا،
جت ڪت 'ڪوجهي'، صورت سبحان ڏسي.



# ڪافي

## ٢٥٤

ٿلهه : هاڻي پرچ ڪٺي منٺار مٺا.
تو لئه سور سوين مون يار سٺا.

١ - ڀورل ڪر تون هاڻي ڀلائي، ڪين سٺي ٿي تنهنجي جدائي.
توريءَ ڏک مون ڏاڍا ڏٺا.

٢ - درد پڏيون هن جيءَ ۾ جهوڪان، اکڙين لاتيون مينهن جون موڪان.
سيني ۾ ڪيم سور ڪنا.

٣ جيڪا ويچاري سينو نه ساهي، رُسڻ روا ميان، تنهن سان ناهي.
ريجهه ڪٺي دلدار رٺا.

٤ - آءٌ ته اصل ڪون عيبن هاڻي، ننگڙو ڪنيو تو پاڻ سجائي.
ور ور ساجن يار سٺا

٥ - جن ڪي پاليئه پنهنجي هٿن سان، ڪيهو رُسامون راجهن تن سان.
نيٺ ته تنهنجا سُٺاڪ مٺا.

٦ - ماندي نه ٿي تون 'ڪوجهي' نماڻي، تنهنجي سخيءَ وٽ آزي اگهاڻي.
مينهن وصل جا چاڻ وٺا.



# ڪافي

## ٢٥٥

ٿلهه : هردم چاڪر تيرِيان، ريجهه رهاوين سانولا.

١ ـ ويک مَدايان، دور نہ جاوين، معاف ڪرين ڪُل ميريان.

٢ ـ تيڏڙي ڪيتي جوڳڻ تيسان، ڦِر ڦِر ڏيوان ڦيريان.

٣ ـ گهنگهرون پاڪي ناچ ڪريسان، چم چم لاوان چيريان.

٤ ـ جُڳ جُڳ جيوين ڪول ٻلهاوين، مار تيڏي ڪُل ويريان.

٥ ـ 'ڪوجهي' نماڻي در دي ٻيلياڻي، تيڏيان چريسان وچيريان.



# کافي

## ٢٥٦

ٿلهه: هو ظاهر آپ لڪينديئن ڪيون، ڪيل بنايا تئين وو تئين.
وحدت سٽ ڪر ڪثرت دي وچ، شور مچايا تئين وو تئين.

١ - عرشون آکي آپڻي رائي، آرض وسايا تئين.
آدم نون چا بي فرمائي، لقب لڳايا تئين.
٢ - ميمي والا پوش لڳاکي، مُلڪ مُنجهايا تئين.
راهه ويندي جبريل ويچارا، رول رُلايا تئين.
٣ - بَن کي ڪافر شاه علي دا، باغ لٽايا تئين.
قيد يزيد تي لعنت والا، طوق لڳايا تئين.
۴ - کونَ والا منصور ويچارا، حق الايا تئين.
مفت مُلين ڪون لقب لڳائيئي، دار چڙهايا تئين.
۵ - شمس الحق دا ڏوهه نکوئي، حڪم هلايا تئين.
وچ مُلين دي لڪ ڪراهين، ڪل کلايا تئين.
٦ - اپڻي رائي وچ ظهوري، راز ڇپايا تئين وو تئين.
ڦِر سچل بن اهين ڪُني دا، ڏکڙ آئايا تئين وو تئين.
٧ - شاه سخي بن وچ درازين، تخت وسايا تئين.
دين جواوڻ والي ڪِتلي، عشق جوايا تئين وو تئين.
٨ - 'کوجهي' نمائي کون ويچاري، بره بڄايا تئين وو تئين.
لک لک تُوري شاه سخي دي، مارِ جِوايا تئين وو تئين.



# ڪافي

## ٢٥٧

ٿلهه : يا نبي سرور سچا، سردار تون سلطان تون.
سرورا، سلطان چا، اسرار تون سبحان تون.

١ - ”ميم“ جي پوشاڪ ۾، الله زمين افلاڪ ۾.
راز ڄاڻن رازدان، ظاهر فقط انسان ۾.
٢ - نُور سارو تون سچو، ٻاڇو تنهنجو ڪنهن نان پسيو.
عام ليکي آدمي، رانجهن مگر رحمان تون.
٣ - شاه ٻانهو ڪين ٿي، توڙي ڪٿي تان عبد چئي.
مَٽَ نہ تنهنجو مُورڪو، الله عاليشان تون.
۴ - احد تون احمد بہ تون، محدود تون لاحد بہ تون.
وحدت و ڪثرت تون ئي، صورت اندر سيلان تون.
۵ - خالق و مخلوق تون، عاشق تون معشوق تون.
عشق خود اظهار تون، لالن سچا لاثان تون.
٦ - واهَ توريءَ ڪا نڪا، اي واهرو بي واهہ جا.
رَسَ اچي تون راهہ ۾، ڪر دير داور، ڪا نہ تون.
٧ - مالڪ ڪوثر مٿا، اي صاحب ڪرم و سخا.
سوال سُڻ سوالڻ سندو، ڪر عشق پنهنجو دان تون.
٨ - يا نبي آخر زمان، تون دور ڪر، باد خزان.
بره جي برسات سان، آباد ڪر بُستان تون.
٩ - 'ڪوجهڙي' ڪر غم نہ ڪو، لا تقنطوا لالن چيو.
ور ڏٺي تان وڙ ڪندا، رک يار ۾ ايمان تون.



# كافي

## ٢٥٨

ٿلهه : يا نبي نور خدا، سرور سڄو سرتاج تون.
رَس اچي مرسل متا، پانهيءَ مٿي ڪر ڀاڄهه تون.

١ ـ اغثني يا احمدا، رس يا نبي نورالهدا.
ڪر پرين پوري سدا، هيڻيءَ سندي ڪل حاج تون.

٢ ـ تون شفيع المذنبين، تون رحمت اللعالمين.
رس اچي راهه خدا، اڄ لاهه ڪُل احتياج تون.

٣ ـ مالڪِ ڪَوثر تون ئي، ڏيهن سندو ڏاتار تون ئي.
صاحبِ ڪرم و سخا، ڏي عشق جو ڪو ڏاج تون.

٤ ـ نينهن خود نروار تون، الله جو اسرار تون.
ميم جي پردي اندر، ماڻين پنهنجو معراج تون.

٥ ـ رب چيو فرقان ۾، لولاڪ تنهنجي شان ۾
مالڪ و مختار تون، سلطان تخت و تاج تون.

٦ ـ ڪونه هو مُنيءَ پتو، مرشد ڏيکاريو دَر تنهن جو.
پاڇٽي پرتئه پرين، لالن رکج ڪل لاڄ تون.

٧ ـ راز رانجهن مون پسيو، تو بن وسيلو ڪونه بيو.
نانءُ مرشد پاڪ جي، قادر ڪَجِنءَ ڪُل ڪاڄ تون.

٨ ـ غم نه ڪر 'ڪوجهي' ادي، حامي تنهنجا هادي ٻئي.
ننگ ڏڻين تي ننگ تنهنجو، جڳ جو نه تي محتاج تون.



# ڪافي

## ٢٥٩

تلهه : يا نبي سرور سچا، پانهي جي پُڌ پاڌاڻ تون.
سُڻ صدا نامِ خدا، هادي! اچي رس هاڻ تون.

١ ـ يا محمد مصطفيٰ، هيٺو نذر جو حال اٿم.
پهچ حامي پرورا، ساجن اچي ٿي ساڻ تون.
٢ ـ صاحب جود و سخا، مون ڪان خطا توڪان عطا.
رحمت اللعالمين، ڪاهي اچي رس پاڻ تون.
٣ ـ لَههُ سڄڻ اڄ سار تون، مولئي يتيمن يار تون.
ورُ وِلهن جا واهرو، داتا! نماڻن ماڻ تون.
٤ ـ يا نبي آخر زمان، اي باعث ڪَون و مڪان.
مارِ ڪَر مسڪين جي، ڏي عشق جو ڪو ڏاڻ تون.
٥ ـ لوح ۾ جي نا لکيو، مالڪ تون ئي لولاڪ جو.
قير تون تقدير ڪي، قسمت منحهان ڪڍ ڪاڻ تون.
٦ ـ اي مديني جا ڌڻي، يا صاحبِ عرب و عجم.
دانهن سُڻ بيواهه جي، پُورَل ! وسائين پاڻ تون.
٧ ـ 'ڪوجهڙي' ماندي نه ٿيءُ، پاڏاڻ اڄ پهڳڻ پٽي.
صدقي سخي سرتاج جي، ايندا پرين پڪ چاڻ تون.



# ڪافي

٢٦٠

ٿلهه : يا نبي سرور سچا، ٻانهيءَ جي ٻڌ فرياد تون.
ڪر محمد مصطفيٰ! دلگير جي دلشاد تون.

١ - مالڪ ڪوثر تون ئي، شاهه ڪرم گستر تون ئي.
ڪر پرين پينار تي، اڄ عشق جي امداد تون.

٢ - باغ کي بادِ خزان، ويران ڪيو وَرهن ڪنا.
بره جي برسات سان، گلشن کي ڪر آباد تون.

٣ - دل سچڻ توڏي ڇڪي، پر نفس شيطان ٿو ٻلي.
ٿي نوازش نينهن جي، موذي اهي ڪر مارِ تون.

٤ - هڪ اچي هڪوار ٿي، ساٿي اچي سردار ٿي.
غير غفلت معاف ڪر، آپي ڪون ڪر آزاد تون.

٥ - يا نبي سُڻ آه تون، وَرهن وڇوڙو لاهه تون.
گهول اچ گولڻ اتي، شاها وصل جي بار تون.

٦ - غور ڪر غمگين جو، ڏس حال هِن مسڪين جو.
واهَ ڪر بي واهَ جي، بيداد جو ڪر داد تون.

٧ - رحمت اللعالمين، پَرتئه سدا هيءَ پاڇني.
ڪر پرين پاڪر اندر، پاڇڻ جي پڻ اولاد تون.

٨ - "ميم" منصبدار تون، قادر سچو ڪلتار تون.
نينهن خود نروار تون، نالي پر آدم زاد تون.

٩ - پاڻ ايندءِ 'ڪوجهڙي'، پر تون ٻه ٿي ڪجهه اگيري.
چڏ وسارو ويسلي، ڪر يار دم دم ياد تون.



# ڪافي

٢٦١

ٿلهه : يا نبي آخر زمان، پانهيءَ جي پُڌ پاڪار تون.
مالڪ هر دو جهان، سرور ! اچي لهه سار تون.

١ - وَرُ محمد مصطفيٰ، دردن پري سُڻ دانهن ڪا.
صاحبِ ڪَون و مڪان، پاڄڻ جي پُڌ پڪار تون.
٢ - وَر وَر ولهن جي واهه ميان، ڪونهي وسيلو تو بنان.
دير دم جي نا سهان، ڪاهي رسج ڪوهيار تون.
٣ - وَر سخاوت جا ڏٿي، سڏڙا نڏر جا ٿل سٿي.
تو آڏيو سارو جهان، هڪ هيءُ به آڏ پينار تون.
٤ - نانهه توکان ڪجهه نِهان، توکي سڄڻ سڀ ڪجهه عيان.
پوءِ ڇا ڇئي مان ڇا چوان، ستار تون غفار تون.
٥ - رحمت اللعالمين، مالڪِ زمن و زمين.
ننگُ سمورو تو متان، پاڪُرِ م کر پتار! تون
٦ - هڪ ته ڪهڙي مُنهن ڳهُران، پيو ڇا گهري مان ڇا ڳهُران
آڻ ڳهُريو ڏي تون ميان، ڏاتار تون پاجهار تون
٧ - غم نه ڪر، 'ڪوجهي' ادي، پاڪار اچ پهڳڻ پڌي
پاڻ ايندا بيگمان، پر ڪين ڇڏ پچار تون.



# ڪافي

## ٢٦٢

ٿلهه : يا محمد مصطفيٰ، ڪر مشڪلاتون معاف تون.
دور ڪر مشڪل ڪشا، کُلي ڪشالا قاف تون.

١ - تو انا احمد چيو، ليڪن پتو مون کونه پيو.
کول اندر جون اکيون، ڪر دور غير غلاف تون.

٢ - ميم جي پڙدي اندر، تو خود لڪايو سر بسر.
نُور سان نُورِ خدا، سينو منهنجو ڪر صاف تون.

٣ - احد تون احمد به تون، بيشڪ مِٺو محمد به تون.
احمد! نامِ خدا، اڄ لاهه ميم غلاف تون.

۴ - حج مڪي جو فرض آ، پر هي به منهنجو عرض آ.
مِل اچي هڪ يار ٿي، ڪر معاف ڪل طواف تون.

٥ - ميم واري مام ميان، مشڪل ملي رهبر بنان.
پار پوندي پاڻهي، مرشد سندي اوصاف تون.

٦ - عام چئي انسان آهه، خاصن ليکي سبحان تون.
ڳالهه خاصن جي سچي، 'کوجهي' نه ڄاڻ خلاف تون.



# كافي

## ٢٦٣

تلهہ : يا محمد مصطفيٰ، سردار تون سالار تون.
مصطفيٰ و مجتبيٰ، مهندار تون مٺيار تون.

١ ـ تون شفيع المذنبين، تون رحمت اللعالمين
سيدالكونين تون، شافع شفاعت دار تون.

٢ ـ تون امام العاشقين، تون ئي سراج السالڪين.
عشق جو اوتار تون، جڳتر سندو جڳتار تون.

٣ ـ سيد العرب و عجم، خير الوريٰ ڪهف العمم.
صاحبِ جود و ڪرم، مولىٰ يتيمن يار تون.

٤ ـ يا نبي آخر زمان، سرتاج ڪل پيغمبران.
مالڪِ ڪَون و مڪان، لولاڪ جو سردار تون.

٥ ـ يا حبيب ڪبريا، بُراق جو هسوار تون
قاب قوسين يار تون، معراج جو مختار تون.

٦ ـ شان تو شمس الضحيٰ، بدرالدجيٰ نور الهديٰ.
مالڪ و مختار تون، رب جو سچو اسرار تون.

٧ ـ ميم منصب دار تون، صورت اندر سيار تون.
عشق جو اوتار تون، قادر! سچو ڪلتار تون.

٨ ـ لڄ ڏٺي لڄدار تون، 'ڪوجهي' اجهو آڌار تون.
تون ننگي ننگدار تون، ڏاتار تون ٻاجهار تون.



# ڪافي

## ٢٦٤

ٿلهه : يا سخي سرور سچا، ننگدار تون ننگ پال تون.
لڄ ڏٺي مرشد متا، لڄدار تون لڄپال تون.

١ - تون سخاوت جو ڏٺي، تون سر امانت سوهڻي.
عشق جو اوتار تون، جڳتار تون جڳپال تون.

٢ - تون امام العارفين، سرتاج تون ڪُل عاشقين.
سالڪن سردار تون، لالڻ لکي لکپال تون.

٣ - وحدي وڻجار تون، ڪثرت اندر سيار تون.
تون ڏٺي اوتار تون، وه رام تون گوپال تون.

٤ - سو سچل سرادر تون، منصور تون عطار تون.
عشق خودا اظهار تون، تون ئي هجر وصال تون.

٥ - حيدراڪرار تون، مرسل متو مختار تون.
رب سندو اسرار تون، صورت تون ئي هم خيال تون.



# كافي

## ٢٦٥

ٿلھــــ : يار هويا مين يار هويا، غيـــر ســـڄا گم غار هويا.

١ - ٻول الســـتي ياد اســـان نون، قـــالو بالي اقــرار هويا.

٢ - شـــيـــر بره دا گـــجدا آيا، لومڙ وچ پـــجــكـــار هويا.

٣ - ”لا“ دي كاتيءَ غيـــر واجايا، ال الَهـــ اظهـــار هويا.

٤ - دور ســـحـــاب دئي دا هويا، نُور ســـچا نروار هويا.

٥ - ”الف“ هيوسي ”الف“ تيوسي، ”بي“ ”تي“ كَنون بيزار هويا.

٦ - لا مـــكـــاني ســيـــر 'كوجهي' دا، دائـم نـال نگـار هـويـا.



## ڪافي



ٿلهه : يار اسان ڏا شاهه يگانا. ڪاڻ نه ٻي دي ڪيند يان.

١ - سچ سچ آکان،م قسم رباني، رانجهن ميڏا شاه لاثاني
صورت انسان، سر سبحاني، سجدا تنهن نون ڏيند يان.

٢ - عشق جڳاوڻ جڳ وچ آيا. بيک بشير دا جانب پايا.
قبول محمد نام ڌرايا. چاڪ اُهين دي ڪميند يان.

٣ - ساقي هو ڪر جام هلايا. شهر درازين دُڪان وسايا.
پيالا ڀَر ڀَر عام چلايا. مست و مست ٿريند يان.

٤ - عرشين فرشين نينهن نقارا. الڪين ملڪين وجدا نعرا.
مُلڪ دلين تي قدم قرارا. پير تنهين دي چُميند يان.

٥ - يار ته ميڏا شاه درازي. تابع جنهن دي خلقت ساري.
شاه گدا سيي پرت پيناري، سرڙا گهول گهميند يان.

٦ - دلبر ثاني ڪوئي نه آيا. جَوندا ناڪو هرگز جايا.
بار اساڏا سارا چايا. ننگ اُهين تي ڌريند يان.

٧ - 'ڪوجهي' تيڏا بخت سوايا. دلبر تيڏي گهر وچ آيا.
آپون آپي نينهڙا لايا. ٻيئي نينهن نچيند يان.



